# گليور جو سير ۽ سفر

از

شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ مرحوم



١٤١١ھ / ١٩٩١ع

سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو / حيدرآباد سنڌ

# ڳليور جو سير ۽ سفر

[انگريزيءَ تان ترجمو ٿيل]

از:
شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ مرحوم



سنڌي ادبي بورڊ
ڄام شورو/حيدرآباد سنڌ
پاڪستان
١٤١١ھ/١٩٩١ع

ڇاپو پهريون: ١٩٥٩ع ٢٠٠٠ ڪاپيون
ڇاپو ٻيو : ١٩٦٩ع ٢٠٠٠ ڪاپيون
ڇاپو ٽيون: ١٩٩١ع ٢٠٠٠ ڪاپيون



قيمت: ويهه رپيا
[Price Rs: 20-00]

ملڻ جو هنڌ:

سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال،
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

ٽپال جي ايڊريس

جي. پي. او باڪس نمبر ١٢ حيدرآباد سنڌ.

هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شورو سنڌ ۾ مئنيجر جاويد مرزا ڇپيو ۽ مسٽر ولي محمد رونجهو (ولي سروري) سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

## ڀاڱو پهريون

### ليليپٽ ڏي درياهي مسافري



## ڀاڱو ٻيو

### برابڊنگنگ ڏي درياهي سفر

# ناشر طرفان

"گليور جو سير ۽ سفر" تفريحي ادب جو حصو آهي. هن ڪتاب جا ترجمان گهڻو ڪري سڀني رائج زبانن ۾ تيار ٿيا آهن. مواد جي اعتبار کان هيءَ ڪتاب مهم جوئيءَ جي افسانوي شڪل آهي. نئين نسل ۾ تجسس، مشڪل پسندي ۽ ادراڪ جا گڻ پيدا ڪرڻ لاءِ هن قسم جا ڪتاب خاص قسم جي لطافت ۽ خفيف مزاح سان لکيا ويندا آهن. زير نظر ڪتاب هر عمر جي ماڻهوءَ لاءِ مطالعي جو شوق پيدا ڪندڙ آهي.

سنڌي ادبي بورڊ هن کان اڳ ٻه ڀيرا هن ڪتاب کي ڇاپايو آهي. موجوده ڇاپو نظرثاني ڪرائڻ بعد طباعت هيٺ آندو ويو آهي ته جيئن وڌيڪ جاذب ٿئي.

سنڌي ادبي بورڊ جي هر دلعزيز ۽ واجب الاحترام چيئرمن صاحب ۽ سندن فاضل ميمبر صاحبان جي اها ڪوشش آهي ته سنڌي ادبي بورڊ پنهنجي اصل مقصد ۾ گهڻي ۾ گهڻو ڪامياب ٿئي. سندن هدايتن ۽ رهبريءَ ۾ اسان کي ان لائق بنايو جو هن ڪتاب جو ڇاپو آڻي سگهياسون. منهنجي سنڌي ادبي بورڊ جي سائين جو هر وقت

ڪم لاءِ آماده ھجڻ ۽ محنت ۽ دلجمعي سان ڪم کي تڪميل تي پھچائڻ بہ تعريف لائق آھي، تنھن لاءِ سندن شڪريو.

اميد تہ ھيءَ ڪتاب اڳين ڪان اڳري مقبوليت حاصل ڪندو. آمين

جام شورو
١٥- جنوري ١٩٩١ع

- ولي محمد رونجھو
(ولي سروري)
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# ناشر طرفان ٻه لفظ

ڪتابي ادب جي حفاظت ۽ بقا جو دارومدار ڪتابن جي عام موجودگيءَ تي آهي. ڪي ڪي مذهبي ڪتاب برزبان ياد به ڪرايا ويندا آهن، ۽ انهن جي بروقت حفاظت جو اهو به هڪ طريقو آهي. پر ڪتاب، مذهبي هجن يا خالص علمي ۽ ادبي، هڪ دفعو جيڪڏهن ڇپيا ۽ پوءِ ائين ڪم ٿي ويا جو عام پڙهندڙن کي وقت سر انهن جو ملڻ ناممڪن ٿي پوي، ته ڇٻو ته آهي ڪتاب ۽ منجهن جيڪو ادبي سرمايه موجود هو، سو هميشه لاءِ ڄڻ فنا ٿي ويو.

زنده ٻوليون پنهنجي ادبي سرمايه کي ڪڏهن به ائين بيدرديءَ سان فنا ٿين نه ڏينديون آهن- سندن ادبي شاهڪارن جا نوان نوان ڇاپا باقاعدگيءَ سان نهايت آب تاب سان هميشه نڪرندا ئي رهندا آهن. افسوس آهي، جو اسان جي سنڌي عالمن ۽ اديبن، ادبي جماعتن ۽ علمي ادارن، ان طرف اڄ ڏينهن تائين ايترو ڌيان نه پئي ڏنو آهي، جيترو ڪين ڏيڻ گهربو هو. نتيجو هي نڪتو آهي، جو اڄ سوَن اهڙن بيمثل سنڌي ڪتابن جا نالا وٺي سگهجن ٿا، جيڪي ڪنهن به قيمت تي پڙهندڙن کي هٿ نٿا اچي سگهن، ۽ ائين پيو ڀانئجي، ڄڻ اهي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪڏهن

لکيا ئي ڪونہ ويا هئا. ظاهر آهي تہ پنهنجي عظيم ادبي ورثي ڏانهن ايتري سرد مهريءَ ۽ ان ڪان ايتري غفلت ۽ لاپرواهي نہ ڪڏهن معافيءَ لائق ٿي سگهي ٿي، ۽ نہ وري ان جي ڪڏهن ڪا مناسب پورائي ٿي اسان کان ٿي سگهندي. پنهنجن وڏن جي ميڙيل چونڊ پيل اسلهہ ماڻڪن کي انهن هٿن جي وٿين مان واريءَ وانگر جيڪڏهن هميشه وڃائيندا ٿي رهنداسين، تہ آخر ۾ سواءِ خالي هٿن جي باقي اسان وٽ ڇا وڃي بچندو، سا ڳالهہ سيڪو سمجهي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ، انهن ڳالهين کي محسوس ڪندي، هڪ بنيادي مقصد پنهنجي سامهون هيءَ بہ رکيو آهي، تہ پنهنجي ٻوليءَ جا پراڻا چونڊ ڪتاب جنهن عزت ۽ احترام جا لائق آهن، تنهن عزت ۽ احترام سان ٻيهر ڇپائي شايع ڪيا وڃن، تہ جيئن سنڌي ادب ۾ انهن ڪتابن جي هڪ دائمي حيثيت باقي رهي سگهي. انهيءَ مقصد جي پورائيءَ ۾ چوويهہ ڪتاب: گل شڪر، حيات النبي، سير ڪوهستان، بلوڪو ڪر، گل ڦل، جهان آرا، سون ورنيون دليون، راسيلاس، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، هدايت الانشاءَ، گل، ايسپ جون آکاڻيون، زينت، سياءَ جو سينگار، خود ياوري، دلارام، مقالات الحڪمت، تحفة النسوان، شاهہ ايليا، فيروز دل افروز، نيڪي بدي ۽ ٽي گهر اڳيئي ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن، ۽ هاڻي ساڳئي سلسلي جو هي پنجويهون ڪتاب خدمت ۾ پيش ٿي رهيو آهي.

هن جڳ مشهور ڪتاب ۽ ان جي مصنف، ناٿن سٽفٽ
جو مفصل تنقيدي تعارف پنهنجي محترم دوست، مسٽر
رشيد آخوند ايم ـ اي ۽ کان لکرائي، ڪتاب جي آخر ۾
شامل ڪيو ويو آهي. اميد آهي ته اسان جا پڙهندڙ
دوست ان سان جوڳو فائدو ۽ حظ حاصل ڪندا.
جنهن محنت ۽ ذوق سان رشيد صاحب هيءُ مضمون
تيار ڪيو آهي، ان لاءِ اسان هن جا تهدل ٿورائتا آهيون.

سنڌي ادبي بورڊ پنهنجي خاص اشاعتي پروگرام جو
هڪ شعبو خاص اهڙن معياري، مگر ناياب ڪتابن جي
از سرنو طباعت ۽ اشاعت ۾ مصروف رکيو آهي، نهايت
خوشيءَ جي ڳالهه آهي، ته انهيءَ پروگرام ماتحت
ڇپيل ڪتابن مان ڪن جا ته ٻيا ۽ ٽيان ايڊيشن به
بورڊ کي سال ـ ٻن جي عرصي ۾ وري وري شايع ڪرڻا
پيا آهن، جنهن مان عوام طرفان بورڊ جي هن ڪوشش
جي قدرداني جو ثبوت ملي ٿو. مناسب سمجهجي ٿو،
ته هتي بورڊ جي انهيءَ پروگرام جي سلسلي ۾ هڪ
خاص چيز جو ذڪر ڪجي ٿو: بورڊ اهي ناياب ڪتاب
محض جيئن جو تيئن ڇپائي ڪونه ٿو پڌرا ڪري،
بلڪ انهن کي لائق اديبن جي هٿان نئين سر سڌاري، طباعت
۽ ڪتابي اشاعت جي جديد تقاضائن موجب حتي الامڪان
انهي سينگاري، پوءِ شايع ٿو ڪري ـ اهڙي قدر، جو
ڪتابن جي هنن لون ڇاپن جي افاديت ۽ اهميت ٽي
خاص پنهنجي ٿيو وڃي. بورڊ جو هيءُ پروگرام ڪافي
وسيع آهي، ۽ ان ماتحت سردست انڪل ٻه سؤ قديم

خواه جديد- مگر ناياب ٿيل- ڪتاب شايع ڪرڻا آهن.
اميد آهي ته سنڌي ادب جا بهي خواه، بورڊ جي هن
ڪوشش کي همٿائيندا، ۽ هن نيڪ مقصد جي تڪميل
لاءِ بورڊ کي پنهنجي گرانقدر مشورن سان هميشه
نواز يندا رهندا.

حيدرآباد سنڌ — محمد ابراهيم جويو

١٠- آگسٽ، ١٩٥٩ع — سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ

# ديباچو

جنهن انگريزي ڪتاب جو هي ترجمو آهي، سو هڪڙي مشهور مصنف ۽ پادريءَ، 'ناٿن سئفٽ' نالي جو لکيل آهي. هو آئرلنڊ جو ماڻهو هو. سندس پيءُ سندس ڄمڻ کان ئي ڪي ٿورا مهينا اڳ مري ويو، ۽ مائٽ تمام تنگ حال ۾ هئي، سندس چاچي هن کي پاليو ۽ پڙهايو، پر سگهو ئي اهو به مري ويو. پوءِ انگلنڊ ۾ ويو، ۽ 'سر وليم ٽيمپل' وٽ رهڻ لڳو، جو سندس ماءُ جي مائٽن مان هو. ايم-اي پاس ڪرڻ تي هو سؤ پائونڊن ساليانيءَ پگهار تي پادري مقرر ٿيو. مشهور 'جانسن' جي ڌيءَ 'اسٽيلا' سان هن جي معرفت ٿي، ۽ ليٽ انهيءَ سان ڳجهه ڳوهه ۾ شادي ڪيائين. راڻي 'اين' جي راڄ ۾ هو ڊبلن ۾ ڊين يا وڏو پادري مقرر ٿيو، پر راڻيءَ جي وفات کان پوءِ البت هن کي شڪست پهتي. زال جي مرڻ کان پوءِ هن گوشه نشيني قبول ڪئي، ۽ لکڻ پڙهڻ کي لڳو. شعر به گهڻو چيائين، جو اڪثر چرچي ۽ خوشطبعي جهڙو آهي، پر هن جا نثر جا ڪتاب تمام چڱا لکيل آهن. انهن مان تمام مشهور هي ڪتاب 'گليور جو سير ۽ سفر' آهي، جو هڪڙيءَ وڏيءَ آکاڻيءَ جي طرز تي آهي، ۽ سڄي

ماڻهن کي نهايت پسند آهي. گهڻن ملڪن ۾ ۽ گهڻين ٻولين ۾ انهيءَ جو ترجمو ٿيو آهي. 'ڊين سئفٽ' سن ١٦٦٧ع ۾ ڊبلن ۾ ڄائو هو، ۽ سن ١٧٤٥ع ۾ مئو.

اميد آهي ته انهيءَ مشهور ڪتاب جو هي سنڌي ترجمو سنڌ جي ماڻهن کي به گهڻو پسند ايندو.

حيدرآباد — مرزا قليچ بيگ

اپريل ١٩٢٠ع

# ڀاڱو پهريون

## لليپٽ ڏي درياهي مسافري

### باب پهريون

### گليور ڪيئن قيد ٿيو

منهنجي پيءُ کي ناٽنگهام شائر ۾ هڪڙي ننڍي جائداد هئي. آءٌ سندس پنجن پٽن مان ٽيون هوس. چوڏهن ورهين جي عمر ۾ آءٌ ڪيمبرج جي مدرسي ۾ ويس، جتي ٽي ورهيه رهيس، ۽ ڏاڍي محنت ڪري پڙهيس. جڏهن بابو مون کي وڌيڪ وقت لاءِ اتي رکي نه سگهيو، تڏهن آءٌ ڪاليج ڇڏي لنڊن ۾ وڃي سرجن يا ڊاڪٽر ٿيس. اتي مون کي گهڻو فائدو ڪونه ٿيو، تنهنڪري هڪڙي جهاز تي وڃي ڊاڪٽر ٿيس، ۽ هڪڙي-ٻه سمنڊ جي مسافري ڪري موٽي لنڊن ۾ آيس، ۽ ڪجھ وقت تائين اتي رهجي پيس. پهرين ته مون کي ڪمائي گهڻي هوندي هئي، پر ليٺ اها گهٽجي ويئي، تنهنڪري مون وري ارادو ڪيو ته ڪنهن درياهي سفر تي وڃان. آءٌ ٻن جهازن ۾ ڊاڪٽر هوس، ۽ ڇهن ورهين تائين ڪيترين ئي مسافرين

ڪيم- ڪي 'ايسٽ انڊيز' ڏي، ۽ ڪي 'ويسٽ انڊيز' ڏي- جن مان مون چڱو پئسو ڪمايو، ۽ پنهنجي دولت وڌائي.

پوئين مسافريءَ مان ڪجهه فائدو حاصل نه ٿيو، تنهنڪري آءٌ سمنڊ جي سفر مان ڪڪ ٿي پيس، ۽ ارادو ڪيم ته اڳتي آءٌ پنهنجن ٻارن ٻچن سان گهر گذاريندس. پر ٽن ورهين کان پوءِ مون پاڻ کي هڪڙي چڱي جهاز "انٽيلوپ" (يعني هرڻ) تي ڊاڪٽر مقرر ڪرايو، جو ڏکڻ واري سمنڊ ڏي وڃڻو هو. اسين سن ١٦٩٩ع جي مئي مهيني جي ٤- تاريخ 'برسٽل' مان روانا ٿياسين، شروعات ۾ اسان جي مسافري تمام سک واري هئي. انهيءَ پاسي جي سمنڊن ۾ جيڪي اسان جاکوڙا ڪيا، تن جي مفصل بيان ڏيڻ مان ڪن سببن ڪري، اسين پڙهندڙن کي تڪليف نه ڏينداسين، ايترو چوڻ بس آهي ته جڏهن ڏکڻ واري سمنڊ کان لنگهي اوڀرندي وارن انڊيز ٻيٽن ڏي ٿي وياسين، تڏهن هڪڙو سخت طوفان اچي لڳو، جنهن اسان جي جهاز کي ڌڪي 'وان ڊيمنسلئنڊ' جي اتر- الهندي ڏي آندو. اسان جي خلاصين مان ٻارهن سخت پورهئي ۽ بک جي ڏکي مري ويا، باقي تمام ضعيف حالت ۾ هئا.

نومبر جي ٥- تاريخ جڏهن انهيءَ ملڪ ۾ اونهارو شروع ٿو ٿئي، تڏهن هوا غبار واري ٿئي ٿي. خلاصين جهاز کان ٿورو پنڌ تي هڪڙو ٽڪر ڏٺو، پر هوا

اهڙي زور واري هئي، جو اسان جو جهاز ڏڪجي انهيءَ ٽڪر تي وڃي لڳو، ۽ ڀڄي ٻه ٽڪر ٿي پيو.

جهاز وارن مان ڇهن ڄڻن-جن مان آءٌ به هڪڙو هوس- هڪڙو ٻيڙو لاهي سمنڊ ۾ وڌو، ۽ ڏاڍا مٿا هڻيائون ته جهاز ٽڪر کان نڪري پري ٿئي. اسين ڳڻ ڏيئي اٽ-نو ميل ڪري وياسين، پوءِ ٿڪجي پياسين، جو جهاز تي سخت محنت ڪئي هئيسون، تنهنڪري، لاچار ٿي، ٻاڙ کي لهرن جي حوالي ڪئي ڪيوسون، پر اڌ ڪلاڪ جي اندر واءُ جي اوچتي جهوٽي اچڻ ڪري، ٻيڙو اونڌو ٿي پيو. آءٌ چئي نٿو سگهان ته منهنجي ٻيلي وارن سنگتين جو، يا جي ٻچي وڃي ٽڪر تي پهتا يا جهاز ۾ رهجي ويا تن جو، ڪهڙو حال ٿيو؛ پر آءٌ ڀانيان ٿو ته اهي سڀ ٻڏي مئا. باقي آءٌ سو قسمت جي اشاري تي ترڻ ۽ ٻانهون هڻڻ لڳس، ۽ سمنڊ جي لهرين ۽ هوا جيڏي ٿي ڌڪيم اوڏي ٿي ويس. ڪڏهن ته ٽنگون هيٺ ڪري ٿي ڏٺم، ته ترو پيرن سان ڪونه ٿي لڳو. جڏهن آءٌ بلڪل ٿڪجي پيس ۽ وڌيڪ ٻانهون هڻي نه سگهيس ۽ ٻڏڻ تي هوس، تڏهن اوچتو ڏٺم ته پنهنجي قد جيڏي پاڻيءَ ۾ آهيان! انهيءَ وچ ۾ طوفان به ڍرو ٿيو. پاڻي اهڙو درجي بدرجي تانگهو ٿيندو ويو جو آءٌ ميل کن تائين پنڌ ڪري پوءِ ڪناري تي وڃي پهتس. اهو شام جو اٺين بجي جو وقت هو، جو آءٌ سڪيءَ تي وڃي چڙهيس. آءٌ ڏاڍو ٿڪل هوس ۽

هوا به گرم هئي، تنهنڪري ننڊ اچڻ لڳيم. آءٌ نئين نرم گاهه تي ليٽي پيس. اتي نوَ ڪلاڪ برابر ستو هوندس، ڇا لاءِ جو جڏهن جاڳيس تڏهن ڏينهن جو سوجهرو ٿيو هو.

مون اٿڻ جي ڪوشش ڪئي، پر چُري به نه سگهيس؛ ڇا لاءِ جو جيئن پٺن ڀر پيو هوس، تيئن معلوم ڪيم ته ٻنهي پاسي منهنجون ٻانهون ۽ ٽنگون زمين سان ٻڌيون پيون هيون! منهنجا گهاٽا ۽ ڊگها وار به ساڳيءَ طرح ٻڌا پيا هئا، ۽ ڪيترائي سنهڙا سنهڙا ڌاڳا پنهنجي بت تان هيٺ هوڏي لنگهيل ڏٺم. آءٌ رڳو مٿي نهاري ٿي سگهيس. سج به تابش ڪرڻ لڳو هو، تنهنڪري روشنائي منهنجن اکين کي تڪليف ڏيڻ لڳي. پنهنجي آسپاس مون ڪي هڪڙي قسم جو ٻِڪو ٻڌڻ ۾ آيو؛ پر جنهن حالت ۾ پيل هوس، تنهن ۾ آسمان کان سواءِ ٻيو ڪي به ڏسي نٿي سگهيس.

سگهو ئي پنهنجي کٻيءَ ٽنگ تي ڪا شئي جيئري چرندي معلوم ڪيم- اها وڌندي وڌندي منهنجي ڇاتيءَ تائين آئي، ۽ وڌي ڪاڏيءَ تائين آئي. جيترو ٿي سگهيو اوترو اکيون هيٺ ڪري ڏٺم، ته هڪڙو ننڍڙو ماڻهو آهي، جو قد ۾ ڇهه انچ به مس آهي، سو هٿن ۾ تير ۽ ڪمان ۽ پٺن تي تيرن جي ٿيلهي کنيو اچي!

انهيءَ وچ ۾ ساڳئي قسم جا چاليهارو ’ماڻهو‘ انهيءَ ڀرئين جي پٺيان ايندا معلوم ڪيم. مون کي ڏاڍي حيرت لڳي، ۽ اهڙي وڏي هڪل ڏنيم ۽ گجڪار ڪيم، جو هو سڀ ڊڄي پٺتي ڀڄڻ لڳا. پوءِ مون کي معلوم ٿيو ته انهن مان ڪي، جي منهنجن پاسن تان ٽپي هيٺ زمين تي پيا، تن کي ڌڪ اچڻ ڪري ايذاءُ پهتو هو. پر انهيءَ هوندي به، هو سگهو ئي موٽي آيا، ۽ هڪڙي ته اهڙي همت ڪئي جو منهنجو سڄو منهن ڏسي سگهيو. اهو ڏسي، هو پنهنجو هٿ ۽ اکيون مٿي ڪري هڪڙي عجيب ٻوليءَ ۾ سڏ ڪري ڪي چوڻ لڳو، جنهن جو هڪڙو لفظ به مون نه سمجهيو.

اهو سارو وقت آءٌ ڏاڍو ڏکيو پيو هوس. نيٺ آزاد ٿيڻ لاءِ ڦٿڪڻ ۽ ڪوشش ڪرڻ لڳس. خوش نصيبيءَ سان، ڌاڳا ڇني وڌم، ۽ جن ڪلين سان منهنجي کٻي ٻانهن زمين تي ٻڌل هئي، سي ڪڍي وڌم. جڏهن اها ٻانهن منهن تي آنديم، تڏهن خبر پيم ته ڪهڙي رستي هنن مون کي ٻڌو هو. ڏاڍي زور سان هڪڙي ڇڪ ڏنيم، جنهنڪري مون کي ڏاڍو سور ٿيو، مگر جن ڌاڳن سان منهنجا وار کٻي پاسي ٻڌا هئائون، سي ٿورا ڍرا ٿيا، جنهنڪري آءٌ اٽڪل ٻه انچ پنهنجو مٿو ڦيرائي سگهيس.

هنن کي جهٽ هٿ وٺڻ جي ڪوشش ڪيم، پر هو وري به ڀڄي ويا. تنهن کان پوءِ هڪڙي وڏي رڙ

پڌڻ ۾ آئي. اها بس ٿي ته انهن مان هڪڙي انهيءَ
ساڳي ٻوليءَ ۾ وڏي سڏ ڪري چيو. انهيءَ دم سؤ
کان به مٿي تير ڇٽي ويا، جي منهنجي هٿ ۾ اچي
لڳا، ۽ سئين وانگي چڀي ويا. تنهن کان سواءِ هنن
ڪيترائي تير هوا ۾ ڇوڙيا، جن مان گهڻا منهنجي
بت تي ۽ ڪي ٿورا منهنجي منهن تي اچي ڪريا.
جڏهن اهو تيرن جو دس لڳي رهيو، تڏهن آءٌ
سور ۽ اهنج کان ڪنجهڻ لڳس. وري به پاڻ ڇڏائڻ
لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳس، تڏهن هنن وري ٻيو تيرن
جو دس اڳئين کان به وڏو ڇوڙيو، منجهائن ڪن
ته منهنجي پاسي ۾ پنهنجا ڀالا به هنيا، پر منهنجو
نصيب چڱو هئو، جو تمام ٿلهي ڪپڙي جي صدري
پهريل هيم، جنهن ۾ اهي گهڙي نه سگهيا.

مون خيال ڪيو ته ماٺ ڪري پئجي رهڻ بهتر
آهي- منهنجي رٿ اها هئي ته رات تائين ٿي ائين ايو
هجان، پوءِ پنهنجي ڇٽل کٻي هٿ سان پاڻ کي مشڪل
کان سواءِ آزاد ڪري سگهندس. ڇو ته جي هو
سڀ انهيءَ قد جا هوندا جيڏو منجهائن هڪڙو ڏٺو
هوم، ته پوءِ جي هو مون تي وڏو لشڪر چاڙهي
ايندا، ته به انهن سان آءٌ پڄي سگهندس! پر منهنجي
قسمت ٻيءَ طرح جي هئي. جڏهن هنن ماٺهن ڏٺو ته
مون کٽي ماٺ ڪئي آهي، تڏهن هو وڌيڪ تير نه
ڇوڙڻ لڳا. سندن آواز مان معلوم ڪيم ته هنن جو
تعداد وڌيو آهي. پاڻ کان چئن والن جي پنڌ تي

ڪلاڪ کان ٻه وڌيڪ وقت تائين مون لڳاتار پئي ٻڌا -
ڄڻ ته ڪي ماڻهو ڪم پيا ڪندا هجن. جڏهن مون
رما تائي پنهنجو مٿو انهيءَ گوڙ ڏي ڦيرايو، تڏهن
مون هڪڙو ڪاٺ جو ٿلهو جڙيل ڏٺو، جو زمين کان
ڏيڍ فوٽ مٿي هو، جنهن تي منجهائن چار جڻا بيهي
ٿي سگهيا. انهيءَ ٿلهي تي بيهي، انهيءَ مان هڪڙي
ماڻهوءَ وڏي تقرير ڪئي، جنهن جو هڪڙو لفظ به
مون نه سمجهيو. پر تقرير شروع ڪرڻ کان اڳي هن
حڪم ڏنو ته جن ڌاڳن سان منهنجي مٿي جو کٻو
پاسو ٻڌل هو، سي وڍي ڇڏين، انهيءَ ڪري آءٌ
پنهنجو مٿو سڄي پاسي به ڦيرائي، انهي ماڻهوءَ کي
ڏسي سگهيس ٿي، جنهن تقرير ٿي ڪئي. هو وچوليءَ
عمر جو ماڻهو هو، ۽ جيڪي پيا ٽي ماڻهو سندس
حاضريءَ ۾ هئا، تن کان ڊگهيرڙو هو. انهن مان
هڪڙو ته خاص خدمتگار نوڪر هو، جو سندس
جتيءَ جو پٺيون جهول وارو پاڳو کنيو بيٺو هو، ۽
اهو منهنجي وچينءَ آڱر کان قد ۾ ٿورو وڏو هو.
ٻين ٻن مان هڪڙو هن جي هين پاسي ۽ هڪڙو هُن
پاسي سندس مدد لاءِ بيٺو هو. ڏاڍيءَ مشڪلات سان
آءٌ انهيءَ کي سمجهائي سگهيس ته آءٌ نڪي سندس
ٻولي ۽ نه ٻين جي ٻولي سمجهي ٿي سگهيس، مگر منهنجي
ڪابه مرضي ڪانه هئي ته ڪين ڪو ايذاءُ پهچايان.
مون کي ڏاڍي بک هئي، جو جهاز ڇڏڻ کان
ڪي ڪلاڪ اڳي هڪڙو گراهه به نه کاڌو هوم،

تنهنڪري پنهنجي هٿ جي هڪڙي آڱر ذري ذري پنهنجي وات ۾ وجهي، اشاري سان چيم ته مون کي ماني کپرجي. هنن جو سردار جو ٿلهي تي هو، تنهن منهنجو اشارو چڱيءَ طرح پروڙيو. هو هڪدم هيٺ لهي آيو، ۽ حڪم ڏنائين ته منهنجن پاسن تي ڏاڪڻيون رکي وڃن. انهيءَ تي سوين ماڻهو مون تي چڙهي آيا. الي جي بادشاهه کي جڏهن منهنجي خبر پهرينديءَ ملي، تڏهن سندس حڪم پٺيان کاڌي جون نوڪريون اهي ماڻهو کڻي آيا هئا، ۽ اُٿي منهنجي وات ۾ وڌائون. کاڌي سان مون کي معلوم ٿيو ته انهيءَ ۾ ڪيترن ئي جانورن جو گوشت هو، پر سواد مان آءٌ سمجهي نه سگهيس ته ڪهڙن جانورن جو هو. ڍڳون، ٻڪريون، رانون، جن جي شڪل ٻڪريءَ جي عضون جهڙي هئي، سي چڱيءَ طرح پڪل هيون، مگر جهرڪيءَ جي کنيڙائين کان به ننڍيون! مون گرنهه گرنهه ۾ اهي ٻه-ٻه، ٽي-ٽي ڪري پئي کاڌيون، ۽ ٽي-ٽي 'روٽيون' گرنهه سان ٿي کاڌيم، جو اهي قد ۾ بندوق جي گولين جيڏيون مس هيون!... هنن نوڪرن تي نوڪريون منهنجي وات ۾ پئي وڌيون! جيترو کاڌو مون کاڌو تنهن تي، ۽ منهنجي قد تي، هنن حيرت ۽ عجب جون هزارين نشانيون ڏيکاريون.

تنهن کان پوءِ مون وري اشارو ڪيو ته مون کي اُڃ لڳي آهي. منهنجي کائڻ مان هنن کي معلوم ٿيو هو ته آءٌ پاڻي به ٿورو ڪونه پيئندس. هو تمام هوشيار

ماڻهو هئا، تنهنڪري هنن تجويز ڪري پنهنجو هڪڙو وڏو پيپل 'پيپ' ڪٽي رسي ۾ لڙڪايو. اهو هنن ريڙهي منهنجي هٿ وٽ آندو، ۽ پوءِ انهيءَ جو ڍڪ ڏڪ هٽي لاهي ڇڏيائون. اهو آءٌ ڪٽي هڪڙيءَ ٿي ساهيءَ سان پيئي ويس. ڇالاءِ جو انهيءَ ۾ هو ٿي پاءُ ڪن پاڻيءَ جو مس! معلوم ڪيم ته سواد ۾ شراب جهڙو هو، مگر ڏاڍو لذيذ هو.

هنن مون کي شراب جو ٻيو پيپ آڻي ڏنو، جو آءٌ اڳي وانگي تيڪ ڏيئي پيئي ويس، ۽ وڌيڪ اشارا ڪرڻ لڳس. پر هنن وٽ ٻيو موجود ڪونه هو، جو ڏين. جڏهن آءٌ اهي عجب جهڙا ڪم ڪري رهيس، تڏهن هنن خوشيءَ سان رڙيون ڪيون، ۽ منهنجي ڇاتيءَ تي نچڻ لڳا. هنن مون کي اشاري سان چيو ته اهي خالي پيپ هيٺ اڇلائي ڇڏ،.... پر ٻهرين هنن هيٺ ماڻهن کي خبردار ڪيو ته پري ٿي بيهن!! جڏهن هنن اهي پيپ هوا ۾ ڏٺا، تڏهن منجهانئن وڏي رڙ آئي!

سچ ٿو چوان ته ڪيترائي ڀيرا منهنجي دل ۾ آيو ته جيئن هو منهنجي بُت تي آيا ۽ ويا، تيئن ٻهريان چاليهه- پنجاهه، جي منهنجي پهچ ۾ هئا، تن کي جهلي هيٺ زمين تي اڇلائي وجهان؛ پر وري ياد ته جيڪي هنن مون سان ڪيو هو، سو شايد تمام خراب نه هو، ۽ مون به هنن سان انجام ڪيو هو ته آءٌ سندن نقصان ۾ نه آهيان؛ تنهنڪري سگهوئي اهي خيال منهنجي دل سان نڪري ويا. هنن تمام ننڍڙن انسانن جي

همت تي مون کي عجب ٿي لڳو، جي اِي ٻ ها منهنجي هٿ تي چڙهيا ۽ هليا. جڏهن منهنجو هڪڙو هٿ ڇٽل به ٿي ڏٺائون، ۽ مون جهڙي وڏي حيوان کي ڏسي ڏڪيا به نٿي!

ٿوري وقت کان پوءِ جڏهن هنن ڏٺو ته آءٌ وڏيڪ ڪاڏو نٿو ڪهتران، تڏهن هڪڙي وڏي درجي وارو ماڻهو شهنشاهه طرفان منهنجي اڳيان آيو. منهنجي سڄيءَ ٽنگ تي پير کان چڙهي، هلي منهنجي منهن وٽ آيو. پنهنجس ڏهه-ٻارهن ماڻهو هئا. انڪل ڏهن منٽن تائين هن مون سان ڪنهن به ڪاوڙ جي نشانيءَ کان سواءِ ڳالهايو. مگر نظر منهنجي منهن ۾ ڪٽل هيس! ڳالهائيندي، هن اڪثر اڳيان ڏانهن هٿ ڪنيو ٿي- جيڏانهن پوءِ مون کي معلوم ٿيو ته سندن وڏو شهر هو، جو اتان اڌ ميل پنڌ تي هو. شهنشاهه اهو ٺڪو ٺهراءُ ڪيو هو ته مون کي اتي وٺي هلن.

مون مختصر لفظن ۾ ورندي ڏني، پر هنن اها نه سمجهي. ڇنڊڻ هٿ ٻئي هٿ تي رکي، ۽ پوءِ پنهنجي مٿي ۽ ٻنٽ تي رکي، اشاري سان چيومانس ته 'منهنجي مرضي آهي ته مون کي هن بند مان آزاد ڪريو.' پاڻنجي ٿو ته هن منهنجو مطلب سهي ڪيو، ڇا لاءِ جو هن ڪنڌ ڌوڻي نهڪر ڪئي، ۽ پنهنجو هٿ اهڙيءَ طرح مٿي ڪيائين جو مون سمجهيو ته چوي ٿو ته توکي اٿين ئي ٻڌل ڪٺي هلنداسين. انهيءَ

هولدي ۽ هن ٻيا اشارا ڪيا جن مان مون سمجهيو ته مون کي ڇڪڻ جي طرح ڪارائيندا پيار ڪندا، ۽ سکيو رکندا.

تنهن تي وري ۽ مون کي خيال آيو ته زور لاهي رسا ڇنا ۽ ڪيلا پٽيان، پر جڏهن منهن ۽ هٿن تي هنن جي تيرن جو وسڪارو لڳم، جن مان گهڻا اڃا ٽنبيا پيا هئا، ۽ ڏڪن وارين جاين تي ڦوڪيندا ٿي پيا هئم، تڏهن مون هنن کي اشارن سان چيو ته هاڻ جيئن اوهان کي وڻي تيئن مون سان ڪريو تنهن تي ستتٽي مون هڪڙي وڏي رڙ ڪڍي، ۽ معلوم ڪيم ته گهڻا ماڻهو منهنجي کٻي پاسي تي چڙهي رسا پيا ڇوڙين. نيٺ ايترو ٿيو، جو آءٌ پنهنجي سڄي پاسي تي اٿلي آرام وٺي ٿي سگهيس.

انهيءَ کان اڳي هنن هڪڙي قسم جي مرهم سان منهنجو مُنهن ۽ هٿ تقي ڇڏيا هئا. اهو مرهم ڏاڍو سُٺو هو، ۽ سکهوئي هنن جي تيرن جا نندڙا ڦٽ ڇٽائي ڇڏيائين. انهيءَ ڪري، ۽ جيڪو کاڌو پيتو مون کي ڏنو هئائون، تنهن مان مون کي گهڻي طاقت حاصل ٿي، تنهنڪري مون کي ننڊ اچي ويئي. مون کي پوءِ ٻڌايائون ته آءٌ آٺ ڪلاڪ برابر ستو پيو هوس! ۽ انهيءَ ۾ ڪو عجب نه هو، ڇا لاءِ ته جيڪو شراب مون کي پيئڻ لاءِ ڏنو هئائون، تنهن ۾ گهري ننڊ آڻڻ جي ڪا دوا گڏي ڇڏي هئائون.

پانڇي ٽو ته جڏهن جهاز تان لهڻ کان پوءِ پهرينديءَ هنن مون کي زمين تي ستل ڏٺو هو، تڏهن شهنشاهه کي هر وقت خبر ڏني هئائون، تڏهن تسي پنهنجا مشير گڏ ڪري، هن ارادو ڪيو ته مون کي ستي ئي ڪٺي ٻڌن. ان موجب، رات ئي رات جو هنن ڪٺي مون کي ٻڌو هو، جيئن مٿي مون بيان ڪيو آهي. هن اهو به حڪم ڪيو هو ته مون کي کاڌو پيتو مٿو پهچائين ۽ هڪڙي ڪل جي گاڏي ڦاهين، جنهن تي مون کي ٻڌل ئي ڪٺي شهر ۾ آڻين.
اها تجويز شايد بهادريءَ جهڙي ۽ خوفناڪ ڏسڻ ۾ ايندي، ۽ مون کي پڪ آهي ته يورپ جو ڪوبه بادشاهه اهڙي وقت تي جيڪر ائين نه ڪري، مگر منهنجي راءِ ۾ اها تجويز ڏاڍي سياڻپ جهڙي به هئي، ۽ مروت جهڙي به. جيڪڏهن اهي ماڻهو مون کي ستي ئي ٻالن ۽ تيرن سان مارڻ جي ڪوشش ڪن ها، ته پهرئين ئي چڀڪاري سان يقيناً آءٌ جاڳي پوان ها، انهيءَ ڪري مون کي اهڙي چيڙ وٺي ها، ۽ ايترو زور لايان ها، جو جن ڌاڳن سان آءٌ ٻڌل هوس، تن کي جيڪر ڇني ڇڏيان ها. پوءِ هو منهنجي اڳيان بيهي نه سگهن ها، ۽ آءٌ به هنن تي رحم ڪرڻ نه گهران ها.

هي ماڻهو ڏاڍا هوشيار آهن. سندن شهنشاهه، جو علم ۽ هنر جو حامي آهي، سو هنن کي همٿائيندو آهي، ۽ تنهنڪري هو ڏاڍا قابل هنرمند ٿي پيا آهن.

بادشاهه وٽ ڪيتريون ئي قيمتي واريون ڪلون آهن،
جن تي وڻ ۽ ٻيا ڳرا ڳرا بار کڻندا آهن. هو
اڪثر وڏا وڏا جنگي جهاز ٻڌي جوڙائيندو آهي، جن
مان ڪي نَوَ فوٽ ڊگها آهن. اهي ٻيلن ۾ جڙندا
آهن، جتي وڻ ٿين ٿا، ۽ پوءِ انهن ڪلن تي اهي
ڪڻائي، ٽن-چئن سَون ياردن جي پنڌ تي سمنڊ تائين
آڻيندا آهن. پر انهن قيمتي وارين ڪلن يا گاڏين
مان ڪابه اهڙي وڏي يا مضبوط ڪانه هئي، جا
مون کي کڻي سگهي، تنهنڪري پنج سؤ واڍا ۽ انجنيئر
ويهاريا ويا ته جيڏي وڏي ڪل لاهي سگهن اوڏي
لاهين. اها ڪاٺين جي جڙيل هئي، ۽ زمين کان ٽي انچ
مٿي هئي، ست فوٽ ڊگهي ۽ چار فوٽ ويڪري
هئي، ۽ ٻاويهن قيمتن تي ٽي هلي. جيڪا وڏي رڙ
مون ٻڌي هئي، سا انهيءَ ڪَل جي اچي پهچڻ تي
ٿي هئي. ٻانئجي ٿو ته اها منهنجي سُمهڻ کان چار ڪلاڪ پوءِ نڪتي هئي.

اها وڏي گاڏي، جيئن آءٌ ليٽيو پيو هوس، تيئن
منهنجي پاسي سان لڳ آڻي بيهاريائون. پر وڏي
مشڪلات اها هئي ته مون کي ڪيئن کڻي انهن ۾
رکن! انهيءَ ڪم لاءِ اسي ڪاٺيون ڪيلن وانگي
کوڙي، (هرهڪ ڪاٺي هڪ فوٽ اوچي هئي) مضبوط
رسا، سوٽليءَ جهڙا، ڪُڙن ڪنڍن سان منهنجي ٻنهي
تي ٻڌل رسن سان ٻڌي ويا. اهي رسا ڪم ڪندڙ
ماڻهو ٻارين منهنجي ڳچيءَ ۽ منهنجن هٿن، پيرن ۽

پيريءَ جي چوڌاري ٻڌي ويا هئا، پوءِ انهن ڪاٺين يا ڪيلن تي ڪپون يا ڦيرليون ٻڌي، انهن تان نَوَ سؤ ماڻهو، اهي رسا ڇڪڻ لڳا. انهيءَ طرح ٽن ڪلاڪن اندر مون کي انهيءَ ڪَل يا گاڏي تي رکيائون، ۽ اتي مضبوط ٻڌي ڇڏيائون.

اهو سڀ احوال مون کي ٻڌايائون، ڇالاءِ جو ڪم هلندي آءٌ ڏاڍي گهريءَ ننڊ ۾ پيو هوس، جو ننڊ جي دوا انهيءَ شراب ۾ وڌي هئائون، جو مون کي پياريو هئائون. شهنشاهه جي تمام وڏن گهوڙن مان پنج سؤ گهوڙا، جن مان هرهڪ ساڍا چار انچ اوچو هو، مون کي انهيءَ گاڏيءَ ۾ ٻڌائون ته ڇڪي مون کي شهر تائين نين، جو اتان اڌ ميل تي هو، جيئن مون مٿي به چيو آهي.

اتان رواني ٿيڻ کان چار ڪلاڪ پوءِ هڪڙو تمام عجيب اتفاق ٿيو، جنهن تي آءٌ جاڳي پيس. گاڏيءَ کي ڪا حرڪت ٿي پيئي، تنهن جي درست ڪرڻ لاءِ اها ڪي ٿورا منٽ بيٺي. اتي جي ٻن-ٽن جوان مڙسن کي خواهش ٿي ته ڏسن ته جڏهن آءٌ ستل آهيان تڏهن ڪيئن ٿو ڏسجان، انهيءَ ڪري هو گاڏيءَ ۾ چڙهي، آهستي هلي منهنجي منهن ڏي آيا. انهن مان هڪڙو، جو پهريدارن سپاهين جو عملدار هو، تنهن منهنجي هٿيار جي چهنب منهنجي نڪ جي کٻي ناسونيءَ ۾ ڪجهه تائين اندر لنگهائي ڏني، جنهنڪري مون کي خارش پيڻ لڳي، جيئن نڪ ۾ ڪک ڦيرائڻ سان

ٿيندي آهي. مون کي ڏاڍي نيچ آئي، جنهن تي هو اهڙو لڪي پيچي ويا، جو ڏس ۾ نه آيا! ان هفتن کان پوءِ مس مون کي خبر پيئي ته منهنجي انهيءَ اوچتي جاڳڻ جو سبب ڇا هو.

باقي جيڪو ڏينهن رهيو هو، تنهن ۾ اسان گهٽ پنڌ ڪيو، ۽ پوءِ رستي ۾ رات جي لاءِ ساهي کنئيسون. پنج سؤ پهريوارا منهنجي هرهڪ پاسي بيٺا، جن مان اڌ کي تيرڪمانون هيون، انهيءَ لاءِ ته جي ڇُران ته مون کي هڻي ڪڍن. ٻئي ڏينهن صبح جو سج اڀرڻي مهل اسين وري پنڌ پياسين، ٻپهرن ڌاري شهر جي درن کان باقي وڃي ٻن سؤن يارڊن تي بيٺاسين. شهنشاهه ۽ سندس سڀ درٻاري اسان کي گڏجڻ لاءِ نڪري آيا، پر وڏن عهديدارن شهنشاهه کي نه ٿي ڇڏيو ته پنهنجي جان خوف ۾ وجهي منهنجي بت تي چڙهي. جنهن هنڌ گاڏي بيٺي، اتي هڪڙي قديم مڙهي هئي، جا ساريءَ بادشاهت ۾ تمام وڏي سمجهيل هئي. اها ديول ڪن ورهين تائين ڪم ۾ نه آئي هئي، جو انهيءَ ۾ ڪو خون ٿي پيو هو. اهو ٺهراءُ ٿيو ته انهيءَ 'عمارت' ۾ مون کي رکن. انهيءَ جو وڏو در، جو اتر ڏي هو، سو چار فوٽ مٿي هو، ۽ قريب ٻه فوٽ ويڪرو هو. در جي ٻنهي پاسي هڪڙي ننڍي دري هئي، جا زمين کان ڇهه انچ مٿي مس هئي.

کٻي پاسي واري دريءَ ۾ بادشاهه جي لوهارن آسي هڪڙيون ۽ ٻارهن پيون زنجيرون ڪٽي وجهي

رکيون، جهڙيون يورپ ۾ سکر زالن جي واچ يا گهڙيءَ ۾ ٻولديون آهن، ۽ اوڏيون ئي هيون. اهي هنن منهنجيءَ ڳنڍ ۾ وجهي، انهن کي ڇٽيھ ڪلف ڏيئي بند ڪري ڇڏيو.

هن مڙهيءَ جي آمهون سامهون، وڏيءَ شاهي سڙڪ جي ٻئي پاسي، ويهن فوٽن جي بلندي تي هڪڙو منارو هو، جو پنج فوٽ مٿانهون هو، انهيءَ ۾ شهنشاهه چڙهي ويٺو، ۽ ساڻس گڏ سندس دربار جا گهڻا ئي مٿڪ امير ويٺا، انهيءَ لاءِ ته مون کي ڏسي سگهن، جو آءٌ هنن کي ڏسي نٿي سگهيس. اٽڪل هڪ لک ماڻهو تماشي ڏسڻ لاءِ شهر کان ٻاهر نڪري آيا. منهنجن پهريدارن هوندي به، آءٌ ڀانيان ٿو ته ڏهن هزارن کان ٿورا ماڻهو نه هئا، جي جدا جدا وقتن تي ڏاڪڻيون رکيو، منهنجي پٽ تي پئي چڙهيا. پر پوءِ اهڙو حڪم جاري ٿي ويو ته جيڪو چڙهندو، تنهن کي موت جي سزا ملندي.

جڏهن ڪم ڪندڙ ڏٺو ته آءٌ بلڪل پاڻ کي آزاد ڪري نٿو سگهان، تڏهن جن رسن سان آءٌ ٻڌل هوس، سي سڀ هنن وڍي ڇڏيا. تنهن تي آءٌ اٿيس، پر اهڙي شڪستي ۽ خراب حال ۾ هوس، جنهن ۾ اڳي عمر نه هوس. پر جڏهن ماڻهن مون کي اٿندو ۽ گهمندو ڏٺو، تڏهن اهڙا حيران ٿيا ۽ اهڙيون رڙيون ڪيائون، جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر! جنهن زنجيرءَ

سان منهنجي ڪهڙي ٽنگ ڀڃل هئي، جا ٻه ٻارڊ ڊگهي هئي، تنهن سان آءٌ اڌ ڪهيري ۾ هيڏي هوڏي ڪهڙي ڦري ٿي سگهيس. اها در ڪان چئن انچن تي ڀڃل هئي، تنهنڪري آءٌ مڙهيءَ منجهه وچي سنئون ٿي سمهي نه ٿي سگهيس.

## باب ٻيو

## گليور ڪيئن آشنائي پيدا ڪري ٿو

جڏهن آءٌ پيرن ڀر ٿيس، تڏهن پنهنجي آس‌پاس نهارڻ لڳس، ۽ آءٌ چوان ٿو ته اهڙو خوبصورت نظارو مون اڳي ڪڏهن ڪونه ڏٺو هو. چوڌاري ملڪ هڪڙي وڏي باغ وانگي ڏسڻ ۾ پئي آيو، ۽ حد پيل ٻنيون، جي گهڻو ڪري چاليهه فوٽ چورس هيون، سي ڄڻ ته باغ جا چمن هئا. انهن ٻنين ۾ ٻيلا هئا، جن ۾ تمام وڏا وڻ، منهنجيءَ نظر ۾، ست فوٽ ڊگها هئا. کٻي پاسي کان مون کي شهر ڏسڻ ۾ پئي آيو، جو اهڙو پئي ڏٺو جهڙو ناٽڪ جي پردن تي نقاش چٽي ڇڏيندا آهن.

ٿوري ڪالهه پوءِ شهنشاهه لشڪر تان لٿو، ۽ گهوڙي تي چڙهي مون ڏي آيو. انهيءَ ڪري ذري گهٽ هن کي جوکو رسيو هو، ڇالاءِ جو سندس گهوڙو گهڻوئي تعليم ڏنل هو، ته به اهڙي ڏيک تي هريل نه هو، جو ڄڻ ته هڪڙو جبل سندس اڳيان پئي چُري، تنهنڪري هن ترا کنيا ۽ پوين ٽنگن تي بيٺو. پر شهنشاهه، جو ڏاڍو چابڪ-سوار آهي، تنهن زين نه

چڙي، جيسين ڪ سندس نوڪر ڊوڙي ل آيا، ۽ اچي لغام کان ن ورتائون. پوءِ شهنشاه وجه وٺي لهي پيو.

جڏهن هو گهوڙي تان لٿو، تڏهن مون کي چوڌاري ڦري، ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو... پر هو منهنجن زنجيرن جي ڊيگهه جيتري پنڌ کان پرپرو پئي بيٺو. هن پنهنجن بورچين کي حڪم ڏنو ت مون کي کاڌو-پيتو ڏين. اهو هنن هڪڙيءَ ڦيٿن واريءَ ميز جهڙيءَ ڪل تي رکي ڏکي مون ڏي ڪيو، جتي آءٌ انهيءَ کي پهچي ڪٽي ٿي سگهيس. سٽتي اهو کٽي مون خالي ڪري ڇڏيو. اهڙيون ويهه ڪلون هنن کاڌي سان پريون، ۽ ڏهه پاڻيءَ سان. کاڌي جي هر هڪ ميز پيا ڪل مان مون ب ٻا ٽي گرڙه کيا، ۽ پاڻيءَ جا ڏهه ٿي ٿانءَ هڪڙي وڏي ٿانءَ ۾ وجهي اهو هڪسائيءَ پي ويس.

راڻي ۽ ننڍا شاهزادا ۽ شهزاديون ٿوري پنڌ تي ڪرسين تي چڙهي ويٺا هئا، ۽ گهڻيون ئي پيون شريف زالون سندن خدمت ۾ حاضر هيون. پر جڏهن شهنشاه جي گهوڙي جو مٿيون اتفاق ٿيو، تڏهن هو لهي شهنشاه وٽ آيون، جنهن جو حال آءٌ بيان ڏيان ٿو.

هو پنهنجن سڀني دربارين ۽ اميرن کان منهنجي لنهن جيترو قد ۾ ڊگهو هو. فقط ايتري ئي ڪري،

ڏسڻ وارن کي خوف ۽ عجب لڳندو هو. مهانڊوي ۾ هو مضبوط ۽ مردانو هو. سنها چپ هئس، ۽ ڏنگو ڪنڊيدار نڪ هئس. ٻت ۽ عضوا وضعدار هئس، ۽ سندس چرڻ پرڻ جا رستا سڀ سهڻا ۽ وڻندڙ هئا. عمر ۾ جواني ڪائي مونيو هو، ۽ انهيءَ وقت پوڻا اوڻٽيهه ورهيه چمار هيس. هن انڪل ست ورهيه ڏاڍي سک سان راڄ ڪيو هو، ۽ اڪثر فتح حاصل ٿي ٿيس.

هن کي چڱيءَ طرح ڏسڻ لاءِ آءٌ پاسي ڀر ليٽي پيس - اهڙيءَ طرح، جو منهنجو منهن هن جي سامهون هو. هو مون کان ٽي يارڊ ٻري بيٺل هو. ڀر انهيءَ کان پوءِ هو ڪيترائي دفعا منهنجن هٿن ۾ آيو آهي، تنهنڪري هن جو جيڪو بيان مون ڏنو آهي، سو بلڪل پورو آهي.

هن جي پوشاڪ سادي سودي هئي. مٿي تي هلڪو سون جو ٽوپ هوس، جنهن تي جواهر جڙيل هئا، ۽ اڳيان پيشانيءَ جي مٿان طرّو هوس. هن پنهنجي بچاءَ لاءِ ترار ڪڍي هٿ ۾ ڪئي هئي، تہ متان آءٌ ڇڙي پوان. اها ترار انڪل ٽي انچ ڊگهي هئي. انهيءَ جو هٿيو ۽ کپ ٿڃي سون جا هئا، ۽ الهن تي هيرا لڳل هئا. سندس آواز سنهڙو پر صاف هو، ۽ آءٌ ٿڃي چٽو ٻڌي سگهندو هوس.

درٻارين ۽ زالن کي ڏاڍيون عمديون ۽ سهڻيون پوشاڪون پيل هيون. جنهن نڪريءَ تي اهي سڀ

ماڻهو پيڊل هئا، سا اهڙي ڏسڻ ۾ ٿي آئي جو جڻ زمين تي هڪڙو ڪپڙو وڇايو پيو آهي، جنهن تي سون ۽ ربي جون مورتون پريل آهن.

شهنشاهه گهڻائي پيرا مون سان ڳالهايو، ۽ مون هن کي ورندا جواب ڏنا، پر اسان هڪٻئي جو هڪڙو اکر به نه سمجهيو. شهنشاهه جي حاضريءَ ۾ گهڻائي پادري ۽ قاعديدان وڪيل بيٺل هئا ـ سندن پوشاڪ مان ائين معلوم ٿي سگهيو ٿي. جيڪي پوليون مون کي ٿوريون يا گهڻيون اينديون هيون، تن سڀني ۾ مون هنن سان ڳالهايو ـ مثلاً انگريزي، ڊچ، لاٽن، فرينچ، اسپئنش ۽ اٽالين ـ پر ڪا به هن کي سمجهه ۾ نه آئي.

انڪل پڻ ڪلاڪن کان پوءِ شهنشاهه پنهنجن درٻارين سميت اٿي ويو، ۽ مون کي گهڻن پهريوارن جي حوالي ڇڏيو ويو ته متان خلق مون کي تمام ويجهي اچي ۽ سوڙهي پوي. پر جيئن آءٌ پنهنجي گهر جي در وٽ زمين تي ويٺو هوس، تيئن گوڙ منجهان ڪن سون کي تير به هنيا ـ هڪڙو تير ته ذري گهٽ منهنجي کٻيءَ اک ۾ لڳو هو. پهريوارن سپاهين جي ڪرنل انهن مان ڇهه مک فسادين کي پڪڙايو ۽ پانيائين ته انهن کي منهنجي حوالي ڪرڻ سان هنن کي جوڳي سزا ملندي. تنهنڪري سپاهين کي حڪم ڏنائين ته هنن کي پنهنجن هٿيارن

جي آيتن پيڙهڻ سان ڏڪي، منهنجي ڀيڃ اندر آئين... تنهن تي مون انهن سيني کي پنهنجي سڄي هٿ ۾ ڪنيو.

انهن سان ڀنجن کي ته مون ڪٺي ڪوٽ جي کيسي ۾ وڌو، ۽ ڇهن کي ڪٺي پنهنجي وات تائين آندم، جن ته جيئرو ئي انهن کي ڪائڻ تي گهريم. ويچارو ڏاڍيون رڙيون ڪرڻ لڳو. سپاهين جو ڪرنل ۽ ٻيا سندس زبردست عملدار ڏسجي ويا، خاص جڏهن هنن مون کي انهيءَ مهل چاقون ڪڍندو ڏٺو. پر جڏهن مون هنن تي مهربانيءَ سان نظر ڪئي، تڏهن هڪدم هنن جو ڊپ لٿو. پوءِ مون انهيءَ قيديءَ جا رسا وڍي، آهستي انهيءَ کي زمين تي ڪٺي رکيو، جنهن تي هو ڊوڙون پائيندو ڀڄي ويو.

ٻين قيدين سان به مون ساڳي ئي هلت ڪئي. هڪ-هڪ کي کيسي مان ڪڍندو آزاد ڪندو ويس. انهيءَ ڪري ڏٺم ته جهڙا قيدي تهڙا ٻيا ماڻهو منهنجي انهيءَ رحم تي ڏاڍا خوش ٿيا، ۽ مون کي معلوم ٿيو ته انهيءَ منهنجي هلت بابت، شهنشاهه ۽ انهيءَ جي درٻارين وٽ ڏاڍي ساراهه ٿيڻ لڳي.

رات ٿي، ته آءٌ مشڪلات سان پنهنجي گهر ۾ گهڙيس، ۽ وڃي پَٽَ تي سنٿون ئي سمهي پيس. انڪل ٻه هفتا مون انهيءَ طرح ٿي گذاريو. انهيءَ وچ ۾ شهنشاهه حڪم ڏنو ته منهنجي لاءِ بسترو

تيار ڪن. رواجي قد جا ڇهه سؤ هنڌ گاڏين ۾ وجهي ڪٺي آيا، ۽ انهن کي گڏي منهنجي گهر ۾ هڪڙو وڏو هنڌ ٺاهڻ لڳا. ڪم ڪندڙن انهن کي چئن تهن ۾ ڪٺي زمين تي وڇايو. انهن مان ڏيڍ سؤ هنڌ ڍڪهه ۽ ويڪراڻ قائم ڪرڻ لاءِ ڪٺي گڏ سبيائون، پوءِ به هنڌ اهڙو ٿلهو نه ٿيو، جو مون کي زمين جي سختيءَ کان بچائي. چا لاءِ جو فرش لسن پٿن جو هو. ساڳيءَ طرح هنن منهنجي لاءِ هنڌ جون چادرون ۽ ڪٽا ۽ رضايون جوڙيون. جنهن ماڻهوءَ هيترا ڏينهن سختيون ۽ مشڪلاتون ڪڍيون هيون، تنهن جي لاءِ اهي سڀ تمام چڱيون شيون هيون.

جيئن جيئن منهنجي اچڻ جي خبر ملڪ ۾ پکڙندي ويئي، تيئن تيئن بيشمار ماڻهو- ڪي دولتمند، ڪي تماشبين، ڪي رولو گهمندڙ- منهنجي ڏسڻ لاءِ اچڻ لڳا. ايترو ميڙو ٿيڻ لڳو، جو جيڪڏهن شهنشاهه اشتهار جاري ڪري اهو بند نه ڪرائي ها، ته زمين جي آبادي پيا گهرن جو ڪم ڪار جتي ڪٿي وسري وڃي ها ۽ ڳوٺ خالي ٿي پون ها. تنهنڪري هن حڪم ڏنو ته جن مون کي اڳيئي ڏٺو آهي، سي موٽي گهر وڃن ۽ سرڪار جي اجازت کان سواءِ منهنجي گهر کان پنجاهه ياردن جي اندر ورپي نه اچن.

انهيءَ وچ ۾ شهنشاهه ڪيترين ئي مشيرن جون مجلسون گڏ ڪيون، انهيءَ لاءِ ته منهنجي بابت ٺهراءُ ڪري ته ڇا ڪجي. هڪڙو خاص دوست، جنهن کي

مخفي سرڪاري ڳالهين جي خبر هوندي هئي، تنهن مون کي پوءِ خاطري ڏني ته شاهي دربار کي منهنجي نسبت ۾ ڏاڍيون مشڪلاتون درپيش هيون. سيني کي ڊپ هو ته آءٌ پاڻ ڇڏائي نڪرندس يا منهنجي کهٽي کائڻ ڪري، ڏڪار پئجي ويندو. ڪڏهن ڪڏهن هنن ارادو ٿي ڪيو ته مون کي بک ڏئي مارين، يا ته زهردار تير منهنجي منهن ۾ هڻي مون کي مارين.

انهن مجلسن ۾ بحثن هلندي، ڪيترائي فوجي عملدار وڏيءَ دربار جي جاءِ جي در وٽ ويا ۽ انهن مان ٻه، جن کي اندر وڃڻ ڏنو ويو، تن بيان ڪري ٻڌايو ته مون ڪئين ڪانهي حرڪت ڪيلن کي قيدين سان ڪهڙي هلت ڪئي هئي. الهيءَ بيان شهنشاهه جي دل تي اهڙو چڱو اثر ڪيو، جو حڪم جاري ڪيائين ته شهر جي چوڌاري نون سئون ڳوٺن جي اندر ڳوٺن جا سڀ رهاڪو ڏهاڙي صبح جو ڇهه ڏڳا، ڇاليهه رڍون ۽ ٻيو کاڌو مون کي پهچائيندا رهن ۽ تنهن کان سواءِ ماليءَ ۽ شراب جا وڏا اندازا ڏيندا رهن.

انهيءَ سڀ سرسات جي لاءِ شهنشاهه پنهنجي خزان پئسا ڏيندو هو، ڇا لاءِ جو هو خاص پنهنجي ئي پيدائش تي گذاريندو آهي. ڪڏهن اتفاق سان، وڏيءَ ضرورت وقت، هو پنهنجي رعيت کان پئسو اڳ ڀاڙيندو آهي. جا جنگين جي وقت پنهنجي خرچ سان وٽس حاضر رهڻ لاءِ ٻڌل آهي. مون کي ڇهه سؤ نوڪر به ڏنا ويا.

جن کي ڪاڏي جو خرچ ملندو هو، ۽ انهن جي رهڻ لاءِ منهنجي در جي ٻنهي پاسي تنبو کوڙي ڇڏيا هئائون. اهو به حڪم ڪيو ويو ته ڇهه سؤ درزي ملڪ جي دستور ۽ نموني موجب منهنجي لاءِ هڪڙو ڪپڙن جو وڳو ٺاهين. شهنشاهه هيئن به حڪم ڏنو ته سندس وڏن عالمن مان ڇهه ڄڻا مون کي اتي جي ٻولي سيکارين. هن جي حڪم جي پٺيان شاهي گهوڙا اڪثر منهنجي اڳيان گهمائيندا هئا ته مون کي ڏسي هرِي وڃن ۽ ڏهن نه.

انهن سڀني حڪمن جي پوري تعميل ٿيڻ لڳي. ٽن هفتن جي اندر مون هنن جي ٻولي سکڻ ۾ گهڻي ترقي ڪئي. انهيءَ عرصي ۾ شهنشاهه پاڻ مهرباني ڪري مون کي ڏسڻ جي لاءِ تشريف فرما ٿيندو هو ۽ مون کي تعليم ڏيڻ ۾ منهنجن استادن کي مدد ڏيندو هو. اسين هڪڙي رستي سان پاڻ ۾ گفتگو ڪرڻ لڳاسين. پهريان لفظ، جي مون سکيا، سي انهيءَ خواهش ظاهر ڪرڻ لاءِ هئا ته هو مهرباني فرمائي مون کي آزاد ڪري. اهو عرض آءٌ ڏهاڙي گوڏا کوڙي ڪندو هوس. هن جو جواب، منهنجي سمجهه موجب، اهو هوندو هو ته ڪجهه وقت کان پوءِ ائين ڪرڻ ۾ ايندو، ۽ سندس مشيرن جي صلاح کان سواءِ اهڙي رٿ ڪرڻ ۾ نه ايندي، پيو ته پهرين آءٌ سائس ۽ سندس ملڪ سان صلح ۾ رهڻ جو انجام

ڪريان. انهيءَ هولدي به هن وعدو ڪيو ته مون
سان هر طرح مهربانيءَ جي هلت هيئي ٿيندي.

شهنشاهه مون کي هيءَ صلاح به ڏني ته "تون
صبر ۽ سمجهه سان اهڙي چڱي هلت ڪر، جو منهنجي
۽ منهنجي رعيت جي تنهنجي نسبت ۾ چڱي راءِ ٿئي."
اهو به چيائين ته "جي آءٌ پنهنجن ڪن عملدارن کي
تنهنجي بدن جي تلاشي وٺڻ لاءِ چوان ته تون رنج
نه ٿج، ڇا لاءِ جو امڪان آهي ته توسان ڪي هٿيار
هجن، جي تو جيڏي ماڻهوءَ جي موافق هڻڻ ڪري
خوفناڪ هجن."

مون ورندي ڏني ته "حضور جي خاطري ڏيارڻ
لاءِ آءٌ تيار آهيان ته پنهنجا ڪپڙا لاهي ڇڏيان ۽
پنهنجا کيسا اٿلائي ڏيکاريان، اهو جواب مون ڪجهه
لفظن ۾ ڏنو ۽ ڪجهه اشارن سان. هن انهيءَ جي
ورلديءَ ۾ فرمايو ته "ملڪ جي قاعدي موجب منهنجن
عملدارن مان ٻه ضرور تنهنجي بدن جي تلاشي وٺندا.
مون کي خبر آهي ته اهو ڪم تنهنجي مرضيءَ ۽
مدد کان سواءِ ٿي ڪين سگهندو. تون اهڙو نرم
دل ۽ انصاف وارو آهين، جو منهنجي تنهنجي نسبت
۾ تمام چڱي راءِ آهي، ۽ منهنجو توتي اهڙو اعتبار
آهي جو ڪو اثر ته هنن کي تنهنجن هٿن ۾ نقصان
نه پهچندو. جيڪي هو تو وٽان ڪيندا، سو هن
ملڪ مان نڪرڻ مهل توکي وري موٽائي ڏنو ويندو،

يا ته منهنجي ڪٿ موجب انهيءَ جي قيمت ادا ڪئي ويندي."

مون انهن ٻن عملدارن کي ڪٿي هڻڻ ۾ ڪيو ۽ پوءِ پھريائين مون هنن کي پنهنجي ڪوٽ جي کيسن ۾ وڌو ۽ پوءِ ٻيا جيڪي کيسا هئا تن ۾ وڌم، سواءِ پنهنجن ٻن واچ جي کيسن جي. ٻيو به هڪڙو ڳجهو کيسو هوم. جو مون هنن کي نه ڏيکاريو، جنهن انهيءَ ۾ ڪي ضروري شيون هيون، جي مون کان سواءِ هنن سان ڪنهن جي به ڪم جون نه هيون. منهنجي هڪڙي واچ جي کيسي ۾ چانديءَ جي زنجيري هئي ۽ ٻئي ۾ ڪي ٿورا سون جا سڪا جم جي پاڪيٽ ۾ پيل هئا.

انهن ٻن صاحبن سان قلم مس ۽ ڪاغذ هئا. جيڪي ڏٺائون تنهنجي مفصل ياداشت شهنشاهه جي لاءِ لکيائون. جڏهن اهو ڪم ڪري رهيا، تڏهن مون کي چيائون ته "هاڻ اسان کي لاهي هيٺ رک، ته اها ياداشت شهنشاهه کي وڃي ڏيون." اها ياداشت مون پوءِ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪئي ۽ اها هيٺ ڏجي ٿي: وڏي جبل جهڙي ماڻهوءَ جي ڪوٽ جي سڄي پاسي واري کيسي ۾ گهڻيءَ تلاش ڪان پوءِ اسان سادي ڪپڙي جو فقط هڪڙو وڏو ٽڪر لڌو، جو ايڏو آهي، جو حضور جي دربار واري ڪمري جي فرش کي ڍڪي ڇڏي. کٻي پاسي واري کيسي ۾ اسان هڪڙي تمام وڏي چانديءَ جي پيتي ڏٺي

جنهن تي ڍڪ به چانديءَ جو هو، جو اسين تلاش
وٺڻ وارا مٿي کڻي نه سگهياسين. اسان جي چئي تي
هن اهو ڍڪ لاٿو ۽ اسان مان هڪڙو انهيءَ ۾ لهي
پيو ۽ پاڻ کي هڪڙي قسم جي مٽيءَ ۾ پيل ڏٺائين.
انهيءَ مٽيءَ مان ٿوري اڏامي اسان جي منهن ۾ پئي،
۽ اسان ٻنهي انهيءَ ڪري گهڻو وقت ڇڪ تائين پئي
نچون ڏنيون.

”هن جي صدريءَ جي کيسي ۾ اسان هڪڙي
سنهي اڇي شيءِ جي هڪڙي وڏي گنڍڙي ڏٺي. اها
شيءِ هڪٻئي تي ويڙهيل هئي ۽ قد ۾ ٽن ماڻهن جيڏي
هئي. اها گنڍڙي هڪڙي تمام ٿلهي مضبوط رسي
سان ٻڌل هئي ۽ مٿانئس ڪارا نشان پيا انگ هئا،
جي اسان جي سمجهه موجب اکر لکيل آهن. هر هڪ
اکر اسان جي هٿن جي اڌ تريءَ جيڏو هو.

”صدريءَ جي کٻي کيسي ۾ هڪڙي قسم جي
ڪل هئي، جنهن جي پٺئين پاسي مان ويهه وڏيون
ڪاڙيون نڪتل هيون، جيئن حضور جي دربار جي
اڳيان ڪٽهڙو ڏنل آهي. انهيءَ مان اسين پانيون ٿا
ته اهو جبل جهڙو ماڻهو پنهنجن وارن کي ڦڻي ڏئي
ٿو؛ ڀڪ اسان کي ڪانهي، ڇالاءِ جو اسان هن کي
ذري ذري سوالن وجهڻ ۽ تحقيقات ڪرڻ سان تڪليف
نه ڏني، جو هن کي مطلب سمجهائڻ اسان کي نهايت
مشڪل نظر آيو.

”هن جي پتلون جي سچي ٻاسي واري وڏي کيسي ۾ اسان لوهه جو هڪڙو پورو پيلپائو ڏٺو، جو ماڻهوءَ جي قد جيڏو هو، جو انهيءَ پيلپائي کان وڏي مضبوط ڪاٺ سان ٻڌل هو، انهيءَ پيلپائي جي هڪڙي ٻاسي تي لوهه جا ڪيترا ئي تمام وڏا ٽڪر ٻاهر نڪتل هئا، جي قسم قسم جي شڪلين ۾ وڍيل هئا. اسان کي خبر نه پئجي سگهي ته اهو ڪهڙي ڪم جو آهي.

”کٻي ٻاسي واري کيسي ۾ ساڳئي قسم جي ٻي ڪَل هئي. سڄي ٻاسي واري ننڍڙي کيسي ۾ وري ڪيترا ئي گول چپٽرا اڇي ۽ ڳاڙهي ڌاتوءَ جا ٽڪر هئا، جي جدا جدا قد جا هئا. ڪي اڇا ٽڪر، جي چانديءَ جا ڏسڻ ۾ ٿي آيا، سي اهڙا وڏا هئا، جو اسين ٻئي ڪٺي نه سگهياسين.

”کٻي ٻاسي واري ننڍڙي کيسي ۾ ٻه ڪارا پيلپاوا هئا، جي ڪنهن سوڏيءَ شڪل جا نه هئا. اسين هن جي کيسي جي تري ۾ هئاسين، تنهنڪري ڏاڍي مشڪلات ساڻ انهن جي چوٽيءَ تي پهچي سگهياسين. انهن مان هڪڙو ڍڪيل هو ۽ هڪڙو ٻڪو ٽڪر پئي پاليو، ۽ ٻئي جي مٿين چيڙي وٽ هڪڙي اڇي گول شيءِ ڏسڻ ۾ آئي، جا اسان جي مٿن کان قد ۾ ٻيڻي هئي. انهن مان هرهڪ جي اندر رک جو هڪڙو وڏو پڙچ هو. اسان هن کي چيو ته

اهي اسان کي ڏيکار، جو اسان کي ڊپ هو ته متان اهي خوفناڪ هٿيار هجن. هن اهي انهن جي خانن مان ڪڍي چيو ته 'پنهنجي ملڪ ۾ آءٌ انهن مان هڪڙي سان پنهنجي ڏاڙهي ڪوڙيندو هوس، ۽ ٻئي سان ڪاڏي جون شيون وڍيندو هوس.'

"پيا ٻه ٻه ڪيسا هئا، جن ۾ اسين لنگهي نه سگهياسين. انهن کي هن واچ جا ڪيسا ٿي سڏيو اهي هن جي پتلون جي چوٽيءَ تي ٻن وڏن شگافن وانگي هئا ۽ تمام سوڙها پوريل هئا. انهن ڪيسن مان سڄي منجهان هڪڙو وڏو چانديءَ جو زنجير ٻئي لڙڪيو، جنهن جي هيٺئين پاسي هڪڙي عجيب قسم جي ڪل هئي. اسان حڪم ڏنس ته انهيءَ زنجير جي ڇيڙي ۾ جيڪي آهي، سو ڪڍ. هن اهو ڪڍيو. اهو هڪڙو گولو ڏسڻ ۾ آيو، جنهن ۾و اڌ چانديءَ جو هو ۽ اڌ ڪنهن ٻئي ڌاتوءَ جو، جنهن مان آرپار ڏسي ٿو سگهجي. شفاف پاسي تي اسان کي عجيب شڪليون گهيري ۾ لڪتل ڏٺيون. اسان ڀانيو ته اسين انهن کي هٿ لائي ڏسون، پر اسان جون آڱريون انهيءَ عجيب ڌاتوءَ تي ايهي رهيون. اندر نه هليون.

"هن آها ڪل اسان جي ڪنن تي رکي ته انهيءَ ڏاڍو خوفناڪ آواز ٻئي ڪيو، جهڙن ڪا ٻانيءَ تي هلندڙ چڪي يا ڪرلي ڪري، ۽ اهو آواز بيهڻ نٿي جو ڏاهي. اسين ڀانيون ٿا ته اهو ڪو عجيب جانور آهي يا ڪو ديوتا آهي، جنهن جي هو پوڄا ٿو ڪري.

اسين وسهون ٿا ته اهو هن جو ديوتا آهي، ڇا لاءِ جو هن جي اٿپوريءَ پوليءَ مان اسان رڳو هيترو سمجهيو، جو هن اسان کي پڪ ڏني ته ڪو به ڪم هو انهيءَ جي صلاح کان سواءِ نٿو ڪري. انهيءَ کي هن پنهنجو غيبي صلاحڪار ٿي سڏيو ۽ چيائين ته اهو سندس حياتيءَ جي سڀني ڪم جو وقت ٿو ڏيکاري.

”پتلون جي کٻي کيسي مان هن هڪڙو وڏو ڄار ڪڍيو، جو مڇي مارڻ وارن جي ڪٽڻ جهڙو هو. اهو ٻنهي واري کي کليو ۽ پوريو ٿي، ۽ هن کي سا ڳنڍي ٿي ڪم ٿي آيو. انهيءَ ۾ پيلي ڌاتوءَ جا ڪيترا ئي وڏا ٽڪر پيل ڏٺا ۾ آيا. اهي جي، سچ پچ سون آهن، ته انهن جي قيمت تمام گهڻي هوندي.

”حضور جن جي حڪم موجب هن جي سڀني کيسن جي محنت سان تلاش وٺڻ کان پوءِ، اسان هن جي چيلهه جي چوڌاري ڪنهن وڏي جانور جي کَل جو پٽو ڏٺو. انهيءَ مان کٻي پاسي کان هڪڙي ترار ٻنجن ماڻهن جي قد جيڏي پئي لڙڪي. انهي جي سڄي پاسي هڪڙي ڳوٿري ٻن خانن واري پئي لڙڪي. انهيءَ جو هرهڪ خانو اهڙو هو، جنهن ۾ حضور جي رعيتي ماڻهن مان ٽي پئجي سگهن.

”انهن خانن مان هڪڙي ۾ تمام ڳري ڌاتوءَ جا ڪيترا ئي گولا هئا، جي قد ۾ اسان جي مٿن جيڏا هئا ۽ جن کي ڪو زور وارو ماڻهو کڻي ٿي سگهيو. ٻئي خاني ۾ وري هڪڙي قسم جا داڻا ڍڳ ٿيو

پيا هئا، پر ننڍي وڏي قد جا هئا، ننڍي ڳرا هئا، ڇا لاءِ جو اسين انهن مان پنجاهي کن پنهنجن هٿن جي ترين ۾ کڻي ٿي سگهياسين."

"اها آهي پوري ياد داشت انهن شين جي، جي اسان انهيءَ جبل جهڙي ماڻهوءَ جي کيسن تي لڌيون. انهيءَ اسان سان گهڻي مروت ۽ مهرباني ٿي ڪئي، ۽ حضور جا حڪم ڏاڍي تعظيم سان ٿي بجا آندائين. بس، تاريخ چوٿين، حضور جي سڀاڳي راڄ جي اوڻانوي مهيني ۾، هن تي صحيح ڪئي ويئي ۽ مُهر هنئي ويئي - صحيح، ڪليفرن فريلاڪ، صحيح، مارسي فريلاڪ".

جڏهن اها ياد داشت شهنشاهه کي پڙهي ٻڌائي ويئي، تڏهن هن هڪدم مون کي حڪم ڏنو، مگر تمام نرم لفظن ۾، ته "اهي سڀ شيون ياد داشت ۾ ڏيکاريل ڪري ڏي." پهريائين هن منهنجي ترار گهري، جا مون هن کي ڪپ سميت ڪري ڏني. انهيءَ وچ ۾ جهڪي ٽي هزار چونڊيل سپاهي انهيءَ وقت سندس حاضريءَ ۾ هئا، تن کي حڪم ڏنائين ته تير ڪمان ڪري هڻڻ لاءِ تيار ٿي، توري پنڌ تي، منهنجي چوڌاري بيهي وڃن. پر مون هنن کي ڪونه ڏٺو، ڇا لاءِ جو منهنجون اکيون شهنشاهه تي کتل هيون.

تنهن کان پوءِ هن مون کي ترار ڪڍڻ لاءِ چيو، جا اگرچ سمنڊ جي پاڻيءَ لڳڻ ڪري ڪن هنڌن

ڪنجي ويئي هئي، ته ٻه گهڙو ڪري تمام چمڪندڙ هئي. مون اها ڪڍي ٻاهر ڪئي، ته ساري لشڪر مان حيرت جهڙي رڙ نڪري ويئي. ڇا لاءِ جو سج صاف پئي چمڪيو ۽ ترار جي عڪس هنن جون اکيون انڌيون ڪري ٿي ڇڏيون. جو مون انهيءَ کي پنهنجي هٿ ۾ هيڏي هوڏي ٿي ڦيرايو. شهنشاهه، جو تمام سخي ۽ رحمدل بادشاهه آهي، سو اهڙو دل جو بهادر هو، جو منهنجي خيال ۾ ٻيو نه هو. هن مون کي حڪم ڏنو ته "ترار وري ڪپ ۾ وجهي هيٺ زمين تي اڇلائي ڇڏ." مون آهستي آرام سان اها لاهي، پنهنجي زنجيرءَ جي چيڙي کان انڪل ڇهن فوٽن تي رکي.

ٻي شيءِ جا هن گهري، سا هئي لوهه جي ٻه ورن پيلهاون مان هڪڙو، يعني منهنجا تماچا. سندس حڪم پٽيان مون هڪڙو ڏنس ۽ وس پڄندي سمجهايومانس ته ڪهڙي ڪم ٿو اچي. مون انهيءَ کي فقط باروت سان ڀريو، جو سمنڊ ۾ پيهڻ ڪري ۽ ٿيلهي جي سڪسڻ ڪري ٻاليهي نڪري ٿي پيو. پهرين بادشاهه کي چيم ته "ڊڄو متان"، پوءِ اهو هوا ۾ ڪئي ڇوڙيم. انهيءَ تي ترار جي ڏسڻ کان ٻه هنن کي زياده عجب لڳو، ڇا لاءِ جو سوين ماڻهو لڪاءَ تي ڪري پيا، ڄڻ ته ڌڪ لڳڻ ڪري مري پيا آهن. خود شهنشاهه به، جو اگرچ پنهنجي جاءِ تي بيٺو هو، ته به ٿوري وقت تائين هوش جاءِ نه هوس.

جيئن تـرار ڏنـي هير، تيئن پنهنجا پيٺي تهاڇا بـه ڏيئي ڇڏيم ۽ پـوءِ داروغي ۽ ڪولين جـو ٿيلهو بـه ڏيئي ڇڏيم. مون عرض ڪيو تـه داروغي ڪـي ٻاهر ڪان ٻري رکن، نـه تـه تمام نـنـڍڙي ڇڻنگ سان بـه انهيءَ کي ٻاهر لـڳي ويندي ۽ شاهي محلات ٻه هوا ۾ اڏامـي ويندو. مـون پنهنجي واچ يـا گهڙي بـه ڏيئي ڇڏي، جو شهنشاهه کـي انهيءَ جـي ڏسڻ جي ڏاڍي خواهش هئي. هن پهريوارن سپاهين مان ٻن تمام ڏگهن سپاهين کي حڪم ڏنو تـه انهيءَ کي هڪڙي چڙهه ۾ لٽڪائي، ڪنواريءَ وانـگي ڪلهن تـي رکـي، کڻي هلن. هـن کي انهيءَ جي ساندهه آواز ڪرڻ تـي ۽ منٽ واري ڪانٽي جي هلڻ تـي ڏاڍي حيرت لـڳي، ڇا لاءِ جو هن جي نظر اسان جي نظر کان تيز آهي، ۽ انهيءَ ڪري هو واچ جي ڪانٽي جو ڦيرڻ آسانيءَ سان ڏسي ٿي سگهيو.

تنهن تـي هن پنهنجي عالمن کـان انهيءَ بابت راءِ پڇي. هنن جدا جدا رايون ڏنيون، پر سڀ غلط هيون. ليڪ جڏهن مون پڏاين، تڏهن خبر پين، پر جيڪي هنن چيو، سو آءٌ پوريءَ طرح سمجهي نـه سگهيس.

پوءِ مون چانديءَ ۽ ٽامي جا سڪا ڪڍي ڏنا ۽ پنهنجو پٽون بـه، جنهن ۾ نـو سون جا وڏا سـڪا ۽ ڪي ننڍا سـڪا بـه هئا، پنهنجي ڇُري ۽ ماڪي، پنهنجي ڦڻي ۽ نـاس جـي ڊبلـي، پنهنجو رومـال ۽ روزنامي جـي ڪتابـڙي ـ اهـي سڀ شيون بـه ڪڍي

ڏنم. منهنجي ترار ۽ تباچا ۽ بارود ۽ گولين جو
ٿيلهو - اهي ته گهڻي وقت کان ڇڏي آيو هوس. ٻيو ڪجهه سامان ڪين هو.
سامان وٽ هڪڙو مڪٽن مون کي موٽائي ڏنو.
مون وٽ چشما به هئا ۽ هڪ ڪچ جي خاني ۾ هڪ دوربين هئي
هو، جو تلاش وقت هنن کي هٿ نه آيو هو.
انهيءَ ۾ منهنجي عينڪ پيل هئي (جا لاءِ جو اکين جي
ضعف ڪري آءٌ ڪڏهن ڪڏهن اها ڪم آڻيندو
آهيان)، ۽ هڪڙي ننڍي دوربين ۽ ڪي ٻيون شيون به
پيل هيون. اهي بادشاهه جي ڪم جون نه هيون،
تنهنڪري مون انهيءَ جي زور ڪري ڏيکارڻ جو
ضرور نه ڄاتو، ۽ اهو به ڊپ هوم ته منهنجي هٿان
نڪرڻ ڪري متان ڪم ٿي يا خراب ٿي وڃن.

## باب ڏهون

### لليپٽ ۾ شاهي دربار

منهنجي نرمائي ۽ چڱي هلت جو شهنشاهه توڙي دربار وارن تي، توڙي لشڪر ۽ عام خلق تي، اهڙو چڱو اثر ٿيو، جو مون کي اميد ٿيڻ لڳي ته اجها ٿي مون کي آزادي ملي. مون حتي‌الامڪان اها به ڪوشش ڪئي ته هن جي راهه زياده چڱي ٿئي. منهنجي مٿان نقصان پهچڻ جو ڊپ اتي جي ماڻهن کي درجي بدرجي گهٽ ٿي ويو. ڪڏهن ڪڏهن آءٌ سمهي پوندو هوس ۽ هنن مان پنجن-ڇهن ڄڻن کي پنهنجي مٺي تي نچڻ ۽ ٽپڻ ڏيندو هوس. پڇاڙيءَ ۾ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون همت جهلي ايندي‌يون هيون ۽ منهنجن وارن ۾ لڪ ليڪولي راند ڪندي‌يون هيون.

هاڻي هنن جي ٻولي سمجهڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ مون گهڻي ترقي ڪئي هئي. شهنشاهه جي مرضي ٿي ته هڪڙي ڏينهن مون کي اتي جا تماشا ڏيکاري، جن ۾ اهي ماڻهو اهڙا ته هوشيار ۽ چالاڪ هئا، جو ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ مون اهڙا نه ڏٺا. مون کي جهڙو هنن جي رسي تي نچندڙ بازيگرن جو چرچو لڳو، اهڙو

ٻئي ڪنهن جو نه لکيو. هنن هڪڙو سنهڙو اڇو ڌاڳو آڱر ٻه فوٽ ڊگهو تالي ڪٺي ٻڌو، جو زمين کان آڱر ٻارهن انچ مٿي هو. پڙهندڙن جي اجازت سان انهيءَ تماشي جو بيان آءٌ طول طويل ڏيڻ ٿو گهران. اميد آهي ته اهي تحمل سان پڙهندا.

اهو هنر رڳو اهي ماڻهو ڪن ۽ ٿا آڻين، جي شاهي دربار جي عزت ۽ وڏن عهدن جا اميدوار ٿا ٿين. انهن کي ننڍپڻ کان انهيءَ هنر جي تعليم ٿي ملي، ۽ هو هميشه چڱي اصل نسل جا اٿا ٿين، نڪي کو گهڻو عمل ٿا حاصل ڪن. جڏهن ڪو وڏو عهدو خالي ٿيندو آهي، يعني جڏهن ڪو عهديدار مرندو آهي يا ڪنهن جو درجو گهٽبو آهي (جيئن اڪثر ائين ٿيندو آهي)، تڏهن پنج يا ڇهه اميدوار شهنشاهه ۽ سندس درٻارين کي رسي تي نچڻ جي تماشي ڏيکارڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ عرض ڪندا آهن. جيڪو وڏو ٽپ ڏيندو آهي ۽ ڪيرندو نه آهي. انهي کي اها خالي جاءِ ملندي آهي. گهڻو ڪري مک اميرن ۽ وزيرن کي حڪم ٿيندو آهي ته اهو تماشو ڪري ڏيکارين، جنهن مان معلوم ٿئي ته هنن اهو هنر وساري ته نه ڇڏيو آهي.

شاهي خزانچي کي اجازت آهي ته سنئين رسيءَ تي قلابازي هڻي، جا بادشاهه جي پين اميرن کان تمام ٿورو ته ٻه هڪ انچ ضرور مٿي هجي. سون عملدارن کي ڏٺو آهي ته سوٽليءَ جهڙي سنهي ڌاڳي تي هڪڙي

ڦالهي رکي انهيءَ تي ڪيترائي پيرا ڦلابازي هڻندا آهن. شهنشاهه جو خانگي چيف سيڪريٽري، سنهنجي راءِ ۾ خزانچي کان پوءِ ٻئي درجي ۾ آهي. پيا وڏا عهديدار گهٽو ڪري هڪجهڙا آهن.

الهن راندين ۽ تماشن مهل گهڻا خراب اتفاق ٿيندا آهن ۽ ماڻهو مرندا آهن. دفتر تي اهڙا گهڻا داخلا ڏسڻ ۾ آيا. مون پاڻ ڏٺو آهي ته ٻن-ٽن چڻن راند ڪندي پنهنجا عضوا ڀڃي وڌا آهن. پر جڏهن خود اميرن کي تماشي ڏيکارڻ لاءِ حڪم ٿيندو آهي، تڏهن ته سڀ کان وڌيڪ خوف هوندو آهي. ڇا لاءِ جو هو ڪوشش ڪندا آهن ته هڪٻئي کان ڪٿر ڪڻن، ۽ اهڙو ڪمالو ڪندا آهن، جو گهٽو ڪري هرڪو ڪو ڪائندو آهي - ڪي ته ٻه يا ٽي پيرا به ڪيري پوندا آهن. مون کي ٻڌايائون ته سنهنجي اچڻ کان ورهيه-ٻه اڳي شهنشاهه جي گادين مان هڪڙي اتفاق سان زمين تي پيل نه هجي ها، ته خزانچيءَ جو ضرور ڪنڌ ڀڄي پوي ها، پر انهيءَ گاديءَ ڪري هلڪو ڌڪو آيس.

ٻي به هڪڙي راند آهي، جا ڪن خاص وقتن تي، فقط شهنشاهه ۽ راڻي ۽ وڏي وزير جي اڳيان ڪرڻ ۾ ايندي آهي. شهنشاهه ٽي ٻٽمل جا ڌاڳا ڇهه انچ ڊگها زمين تي رکندو آهي. انهن مان هڪڙو نيلو ۽ ٻيو ڳاڙهو ۽ ٽيون سائو هوندو آهي. اهي ٽي ڌاڳا

شهنشاهه انعام وانگي انهن ماڻهن کي ڏيندو آهي جن کي ڪا خاص عزت جي نشاني ڏيڻ گهرلدو آهي.

اها راند شهنشاهه جي وڏيءَ دربار جي جاءِ ۾ کرڻ ۾ ايندي آهي، جتي راند ڪندڙن جي هنرمنديءَ جي آزمائش، رسيءَ تي نچڻ آزمائش کان ٻيءَ طرح جي هوندي آهي. انهيءَ جهڙو تماشو مون ٻئي ڪنهن به ملڪ ۾ ڪونه ڏٺو آهي. پرائيءَ دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ ڪونه ڏٺو آهي.

شهنشاهه هڪڙو لڪڻ ڪٺي هٿن ۾ جهليندو آهي ۽ راند ڪندڙن مان هڪڙو هڪڙو تي ايندو آهي، ۽ ڪڏهن انهيءَ لڪڻ تان ٽپندو آهي، ڪڏهن انهيءَ جي هيٺان پيٽ ڀر رڙهي لنگهي ويندو آهي تہ هنن کي ٻہ ڀيرا اڳي هلڻو ۽ وري پٺ تي موٽڻو پوندو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن شهشاهه لڪڻ جو هڪڙو ڇيڙو وٺندو آهي ۽ وڏو وزير ٻيو ڇيڙو جهليندو آهي. ڪڏهن تہ وزير سڄو ئي لڪڻ پاڻ اڪيلو جهليندو آهي. جيڪو چڱي راند ڪندو آهي ۽ هوشاري ڏيکاريندو آهي، تنهن کي نيلي رنگ وارو پٽڪو جو ڌاڳو انعام ملندو آهي. انهيءَ کان ٻئي درجي واري کي وري ڳاڙهي رنگ جو ڌاڳو ملندو آهي، ۽ سائو وري ٽئين درجي واري کي ملندو آهي. ڌاڳا هو ٻہ ڀيرا چيلهہ کي ور ڏيئي ٻڌندا آهن. ڪي ٿورا ئي ماڻهو دربار ۾ ڏسبا، جن کي هڪڙو نہ ٻيو اهڙو ڌاڳو چيلهہ سان ٻڌل نہ هوندو.

لشڪر جا گهوڙا، توڙي شاهي طنبيلن جا گهوڙا جي هر روز منهنجي اڳيان لنگهندا هئا، سي هاڻ ڏهندا نہ هئا، پر چرڪ ڀرڻ کان سواءِ خود منجهن پيرن تائين ايندا هئا. آءُ هٿ زمين تي ڪٺي رکندو هوس تہ سوار انهن کي منهنجي هٿ جي مٿان ٽپائي ويندا هئا. هڪڙي ڏينهن شهنشاهہ جو هڪڙو شڪاري، گهوڙي چڙهيل، منهنجي جُتيءَ پيل پير تان وڏو ٽپ ڏيئي هليو ويو.

منهنجا نصيب چڱا هئا، جو هڪڙي ڏينهن شهنشاهہ کي هڪڙي عجيب رستي سان وندرائي خوش ڪيم. مون هن کي خواهش ڏيکاري تہ حڪم ڏئي تہ ڪجھ جيتريون ڪاٺيون، ٻہ فوٽ ڊگهيون ۽ رواجي نيمڪ يا بيد جهڙيون ٿلهيون، مون کي گهرائي ڏئي. هن هڪدم حڪم جاري ڪيو تہ ٻيلن جو عملدار اهي حاضر ڪري ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو ڇهہ ٻيلي وارا ماڻهو ڇهہ گاڏيون ڀرائي آيا، جن مان هرهڪ ۾ اٺ گهوڙا ٻڌل هئا. مون انهن ڪاٺين مان نو ڪاٺيون کڻي زمين ۾ هڪڙي چؤڪنڊيءَ شڪل ۾ کوڙيون، جا اڍائي فوٽ چورس هئي. چار ٻيون ڪاٺيون کڻي، انهن کي ٻنهي ڇيڙن کان ٻوريءَ وچونءَ تي ٻڌم. ۽ اهي زمين کان اٽڪل ٻہ فوٽ مٿي هيون. تنهن کان پوءِ جيڪي نو ڪاٺيون اڀيون بيٺيون هيون، تن تي ڪٺي پنهنجو رومال ٻڌم، ۽ انهن کي سيني پاسن کان اهڙو ڇڪيم، جو رومال تانجي دهل جي

ڪل واڱکي تي ويٺو. چار پوريءَ وچونيءَ تي ويٺل ڪاليون، جي رومال ڪان اڱکل پنج انچ مٿي هيون، سي هر ڪنهن پاسي ڇڇهريءَ وانگي ڪم آيون. جڏهن اهو ڪري رهيس، تڏهن شهنشاهہ کي عرض ڪيم تہ هاڻ پنهنجن چوويهن فوجي گهوڙيوارن کي حڪم ڏني تہ انهيءَ ڏڪهل ميدان تي اچن ۽ گهوڙا ڊوڙائين.

شهنشاهہ منهنجي اها رٿ پسند ڪئي ۽ مون انهن کي گهوڙي چڙهيل ۽ هٿيارن پڌل هڪڙو هڪڙو ڪري پنهنجي هٿن ۾ مٿي کڻي تاڻيل رومال تي رکيو. سندن عملدار قواعد ڪرائڻ وارا ہہ سالن ڪڏ هئا. جڏهن ترتيبوار بيهي ويا، تڏهن ورهائڻجي دفعا دفعا ٿي ويا ۽ ڪوڙيون لڙايون ڪرڻ لڳا. مڏا تير چوڙيائون، ترراريون ڪڍيائون، ڀڳا، هڪٻئي جي پٺيان پيا، ڪاهون ڪيائون، پٺتي هٽيا، مطلب تہ اهڙو عمدو جنگي قواعد ڏيکاريائون، جنهن جهڙو مون اڳي ڪو نورو ڏٺو هوندو.

پوريءَ وچونيءَ تي ويٺل ڪاٺين هنن کي ۽ هنن جي گهوڙن کي تماشي جي ميدان تي ڪيرڻ کان بچايو. شهنشاهہ انهيءَ تماشي تي اهڙو خوش ٿيو، جو هن ڪيترن ڏينهن تائين انهيءَ جي وري ورڻ ڪرڻ جو حڪم ڏنو، ۽ هڪڙي پيري تہ سندس حڪم موجب ڪيس مٿي چاڙهيو ويو ۽ پاڻ لشڪر کي

قواعد ڪرايائين. ڏاڍيءَ مشڪلات سان هن راڻيءَ کي لڳاري اها ڳالهه قبول ڪرائي تہ آءٌ هن کي ڪرسيءَ سميت ڪٿي تماشي واريءَ جاءِ، يعني سيڪيل رومال، کان ٻن ٻارڊن جي انداز اندر جهليان، جتان هوءَ سارو تماشو چڱيءَ طرح ڏسي سگهي.

اها منهنجي لاءِ خوش نصيبيءَ جي ڳالهه هئي، جو انهن تماشن تي ڪو خراب اتفاق نہ ٿيو. فقط هڪڙي ڀيري ڪنهن ڪپتان جو شوخ گهوڙو، مستي ڪندي ۽ سنب هڻندي، پنهنجو پير منهنجي رومال جي هڪڙي ٽُنگ ۾ انڪائي وڌو ۽ ٿاٻو کائي پاڻ بہ ڪِريو ۽ سوار کي بہ ڪيرائي وڌائين. پر مون هڪدم پنهي کي ڇڏائي سنئون ڪيو، ۽ هڪڙو هٿ ٽُنگ تي ڏيئي ٻئي هٿ سان ساريءَ فوج کي هڪڙو هڪڙو ڪري لاهي هيٺ ڪيم، جئن مٿي چاڙهيو هومان. جيڪو گهوڙو ڪِريو هو، تنهن کي کٻي ڪلهي تي ضرب رسي هئي، پر سوار کي ڪو بہ ايذاءُ ڪونہ پهتو. مون پنهنجي رومال کي مٿان هٿي مرمت ڪري ڇڏيو، مگر وري انهيءَ کي اهڙي تماشي لاءِ ڪم نہ آندم، جو چاتم تہ اهو اهڙو مضبوط نہ آهي.

آءٌ آزاد ٿيس تنهن کان ٻہ يا ٽي ڏينهن اڳي، مون شهنشاهہ ۽ ان جي دربار وارن کي انهيءَ قسم جي تماشي سان خوش ويٺي ڪيو، تہ هڪڙي قاصد

اچي شهنشاهه کي ٻڌايو ته جنهن هنڌ آءٌ ٻهرين هٿ کيو ويو هوس، اتي سندس رعيت مان ڪن ماڻهن وهٽن تي لنگهندي زمين تي ڪا وڏي ڪاري شيءِ پيل ڏٺي آهي، جا عجيب شڪل جي آهي ۽ انهيءَ جا پاسا چوڏاري ٻڪرٻيل آهن ۽ اپترو ڪشادا آهن جيترو شهنشاهه جي سمهڻ جو ڪمرو آهي ۽ انهيءَ جو وچ ماڻهوءَ جي قد جيترو مٿي آهي:

هنن چيو ته اهو ڪو ساهه وارو جانور ناهي، جنهن ٻهرين هنن کي خطرو هو، ڇا لاءِ جو اهو گاهه تي چرڻ کان سواءِ پيو آهي ۽ منجهان ڪيترا هن جي چوڏاري گهمائي دفعا ڦري آيا هئا. هنن اپترو به ٻڌايو ته هڪ ٻئي جي ڪلهن تي چڙهي هو انهيءَ جي چوٽيءَ تائين به چڙهي آيا هئا، جا سنئين ۽ چهتري هئي، ۽ پيرن سان ڌڪ هڻي به ڏٺو هئائون ته اندران آها شيءِ پوري آهي. هنن ڀانيو ته اها انهي جبل جهڙي ماڻهوءَ جي ڪا شيءِ هوندي. هنن چيو ته جي شهنشاهه اجازت ڏئي ته هو ان کي فقط پنجن گهوڙن سان گهلي ڪٺي اچن.

جڏهن مون هنن جي ڳالهه ٻڌي تڏهن هڪدم سهي ڪيم ته اها ڪهڙي شيءِ آهي، ۽ اها خبر ٻڌي ڏاڍو خوش به ٿيس. ڀانئجي ٿو ته جهاز ٻڏڻ کان پوءِ جڏهن آءٌ ڪناري تي پهتس، تڏهن اهڙيءَ وٿ پچ ۾ هوس، جو جتي آءٌ اچي سمهي پيو هوس، انهيءَ هنڌ پهچڻ کان اڳي منهنجي ٽوپي پاڻيءَ ۾

ڪري ويٺي هئي. جڏهن سون بتيلي کي کڻي وٺي هنيو، تڏهن انهيءَ کي ڏاڍو ڏڪ ڏي پنهنجي مٿي سان اٽڪائي ڇڏيو هوم. ۽ ترڻ مهل به مون سان اٽڪي پيئي هئي. پر شايد اتفاق سان ڏاڍو ڇڪجي پيو هو، ۽ جڏهن ڪناري تي پهتس، تڏهن مون کي نظر نه آئي. پاڻهيم ته سمنڊ ۾ ڪري پيئي آهي.

مون شهنشاهه کي عرض ڪيو ته جيترو جلد ٿي سگهي اوترو جلد اها شيءِ مون کي آڻائي ڏين، ۽ بيان به ڪري ٻڌايومانس ته اها ڪهڙي شيءِ آهي ۽ ڪهڙي ڪم ايندي آهي. ٻئي ڏينهن گاڏين وارا اها کڻي آيا، مگر تمام چڱيءَ حالت ۾ نه هئي. انهن انهيءَ جي ڪَنيءَ ۾ وٽ ڪان ڏيڍ انچ اندر ٻه ٽنگ ڪيا هئا ۽ انهن ۾ ٻه ڪڙا کڻي ٻڌا هئائون ۽ انهن ڪڙن ۾ رسا وجهي کڻي گهوڙن سان ٻڌا هئائون. انهيءَ طرح ميل کن پنڌ جو زمين تي گهلي منهنجي ٽوپي کڻي آيا. پر انهيءَ ملڪ ۾ زمين تمام سنئين ٿي ٿئي، تنهنڪري ٽوپيءَ کي اهڙو نقصان نه رسيو جهڙي جو ڊپ هوم.

انهيءَ واردات کان ٻه ڏينهن پوءِ شهنشاهه حڪم ڏنو ته لشڪر جو جيڪو ڀاڱو سندس تختگاهه ۾ يا انهيءَ جي آسپاس منزل انداز هو، سو تيار ٿئي. هن کي اوچتو خيال آيو ته پاڻ کي هڪڙي تمام حيرت جهڙي رستي سان وندرائي. هن مون کي چيو ته جيترو

تي سگهي اوترو ننڍڙو ڦاڙي بيهه. تنهن کان پوءِ سندس جنرل يا سپهه سالار، جو پڪو ۽ هوشيار قواعد دان عملدار هو ۽ منهنجو وڏو دوست هو، تنهن کي حڪم ڏنائين ته لشڪر صفون ٻڌي ٻيهاري منهنجي هيٺان هلائي، اهڙيءَ طرح جو پيادا قطار قطار ۾ چوويهه چئا هجن ۽ سوار سورهن-سورنهن ۽ دهل به وڄائيندا، نيزا ۽ جهنڊا کڻندا هليا هلن. انهيءَ فوج ۾ ٽي هزار پيادا سپاهي ۽ هڪ هزار سوار هئا.

مون شهنشاهه کي پنهنجي آزاد ڪيءَ جي لاءِ ايتريون درخواستون ڪيون هيون، جو هن ايئن پهرين خانگيءَ طرح پنهنجن خاص مشيرن سان صلاح ڪئي ۽ پوءِ پريءَ دربار ۾ وزيرن سان صلاح ڪئي. ملڪ جو اميرالبحر ڪنهن سبب ڪري ناحق منهنجو جاني دشمن ٿي پيو ۽ منهنجي آزاد ٿيڻ جي برخلاف هو. پر راين جو غلبو منهنجي فائدي ۾ هو، تنهنڪري شهنشاهه به انهن جي راءِ منظور ڪئي. انهيءَ امير کي به نيٺ ريبي ريبي قبول ڪرايائون، مگر انهيءَ شرط سان ته هو شرط لکي تيار ڪندو، جن جي بجا آڻڻ لاءِ آءٌ قسم کڻندس ۽ پوءِ هو مون کي آزاد ڪندا. اهي شرط خود اهو ئي امير هٿان مون وٽ کڻي آيو، ۽ سالس ٻيا ڪيترائي معزز ماڻهو هئا.

پهرين ته اهي مون کي پڙهي ٻڌايائون، پوءِ مون کي چيائون ته "هاڻ قسم کڻ ته انهن شرطن تي هلندين، ۽ پهرين تون پنهنجي ملڪ جي رسم موجب

۾ پوءِ اسان جي قاعدي موجب اهي بجا آڻيندين."
هنن جو دستور اهو هو ته آءٌ پنهنجو سڄو پير ڪجهه
هٿ ۾ جهليان ۾ پنهنجي سڄي هٿ جي وچين آڱر
پنهنجي مٿي جي چوٽيءَ تي رکان ۾ پنهنجو آڱوٺو
پنهنجي سڄي ڪَن جي پاپڙيءَ تي رکان.
پر شايد پڙهندڙ کي شوق هوندو ته ڏسي ته اهي
شرط ڪهڙي قسم جا هئا، جن تي مون کي ڇڏ پائون،
تنهنڪري اهي آءٌ هيٺ ڏيان ٿو:

"١. جبل جهڙو ماڻهو اسان جي ملڪ مان اسان جي
وڏيءَ مهر لڳل اجازت نامي کان سواءِ نڪري
نه وينِدو.

"٢. اسان جي صاف حڪم کان سواءِ هو اسان جي
خاص شهر ۾ نه ايندو، جڏهن اهڙو حڪم ڏبو،
تڏهن هتي جي رهاڪن کي ٻه ڪلاڪ اڳي اطلاع
ڏبو ته گهرن جي اندر رهن.

"٣. هو فقط اسان جي شاهي سڙڪن تي هلندو،
۽ ڪنهن ٻه گاهه جي ميدان يا اَنَّ جي پٽيءَ ۾
نڪي گهمندو، نڪي سمهندو.

"٤. جڏهن سڙڪن تي هلندو، تڏهن ڏاڍي
خبرداري ڪندو ته اسان جي پياري رعيت مان
ڪنهن جي به بدن يا گاڏين يا گهوڙن کي لتاڙي نه
ڇڏيندو، نڪي هنن جي مرضيءَ کان سواءِ ڪنهن کي
پنهنجن هٿن ۾ کڻندو.

"۵. جيڪڏهن ڪو ضروري تڪڙو حڪم ڪٿي موڪلڻو هوندو ته اهو جبل جهڙو ماڻهو پنهنجي ڪيسي ۾ قاصد ۽ سندس گهوڙي ڪي مهيني ۾ هڪ ڀيرو ڇهن ڏينهن جي پنڌ تائين ڪٺي ويندو ۽ جي ضرور ٿيو ته انهيءَ ڪي موٽائي اسان جي حضور ۾ آڻيندو.

"۶. هو بليفسڪو جي ٻيٽ ۾ اسان جن دشمنن جي برخلاف اسان جي دوستيءَ ۾ رهندو ۽ هنن جي لشڪري جهاز کي ناس ڪرڻ ۾ وس پڄندي ڪوشش ڪندو، جو اهڙا جهاز اسان تي ڪاهه ڪرڻ جي لاءِ پيا سنبرن.

"۷. اهو جبل جهڙو ماڻهو فرصت جي وقت اسانجن ڪم ڪندڙن کي مدد ڪندو ته اسان جي مک باغ ۽ ٻين شاهي عمارتن جي پٿرن جي مٿان رکڻ لاءِ وڏا پهڻ کڻي.

"۸. هو ٻن مهنن جي عرصي ۾ اسان جي ساري ملڪ جي چوڌاري ڪناري سان گهمي پڌائيندو ته ڪيترا يون وکون آهن.

"۹. پڇاڙيءَ ۾ هو قسم کڻي انجام ڪندو ته مٿين شرطن تي پوريءَ طرح هلندو، ۽ هن کي اسان جي رعيت سان ۱۷۲۸ ماڻهن جيترو کاڌو پيتو هر روز ملندو رهندو، هو اسان جي حضور ۾ آزاديءَ سان ايندو، ۽ اسين هن تي ٻيون به مهربانيون ڪندا رهنداسون.

”هي بيلفا بوراڪ ۾ اسان جي محلات منجهه اسان جي راڄ جي ايڪانوي مهيني جي ويهين تاريخ لکيو ويو.“

مون گهڻي خوشيءَ ۽ رضا سان هي شرط قبول ڪيا. جيتوڻيڪ انهن مان ڪي منهنجي خيال ۾ آبرو جهڙا نہ هئا. اها سڀ حرڪت انهيءَ وڏي اميرالبحر جي هئي، جنهن جي مون سان دشمني هئي. تنهن ڪان پوءِ هڪدم منهنجا زنجير لاهي ڇڏيائون ۽ مون کي آزاد ڪيائون. شهنشاهہ پاڻ انهيءَ سڄي ڪارگذاريءَ ۾ حاضر رهڻ سان مون کي عزت بخشي. انهيءَ جي شڪرگذاريءَ ۾ مون سندس پيرن تي سجدو ڪيو، پر هن مون کي اٿڻ لاءِ فرمايو. گهڻي مهربانيءَ جي گفتن ڪان پوءِ هن چيو تہ ”آءٌ اميد ٿو ڪريان تہ تون ڪمائتو خدمتگار ٿيندين ۽ جيڪي مهربانيون هن ڪان اڳي توسان ڪيون اٿون ۽ جيڪي هن ڪان پوءِ ڪنداسين، تن جو پاڻ کي لائق ڪندين.“

## باب چوٿون

### ليليپٽ جو وڏو شهر يا گادي جو هنڌ

آزاد ٿيڻ کان پوءِ جيڪو پهريون عرض مون ڪيو، سو اهو هو ته مون کي موڪل ملي ته آءٌ گاديءَ جو هنڌ ۽ قلعو (ملڊينڊو) ڏسان. شهنشاهہ عاليءَ ساڻ مون کي موڪل ڏني، پر اهو خاص تاڪيد ڪيائين ته ”ماڻهن کي يا گهرن کي ڪوبہ نقصان نہ پهچائجئين.“ ماڻهن کي خبر پئي ته مون کي شهر ڏسڻ جو ارادو آهي. قلعي جي چوڌاري جيڪا پٽ وڃي ٿي، سا اڍائي فوٽ اوچي آهي ۽ تمام ٿورو ته به يارهن انچ ويڪري آهي، جنهنڪري گاڏي گهوڙن سميت انهيءَ جي چوڌاري سلامتيءَ ساڻ هڪاهي ٿي سگهجي. ڏهن-ڏهن فوٽن تي پاسن کان انهيءَ پٽ تي هڪڙو ٺُلهہ پيٺل آهي.

آءٌ انهيءَ جي الهندي واري وڏي دروازي جي مٿان پرانگهہ پري لنگهي ويس، ۽ تمام آهستي پاسيرو ٿي فقط صدريءَ ۽ ٻن مک گهٽين ساڻ لنگهي ويس. وڏو ڪوٽ لاهي ڇڏيم. انهيءَ ڊپ کان ته متان انهيءَ جي دامن ساڻ گهرن جي ڇتين ۽ ڇڇرين کي

لقصان رسي. آءٌ ڏاڍيءٌ خبرداريءٌ سان هليس ته متان جهڪي ماڻهو کهڙين ۾ گهمندا هجن، تن کي لتاڙي وجهان، جيتوڻيڪ اهڙو سخت حڪم جاري ٿيل هو ته سڀ ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ هئڻ گهرجن نه ته سندن نقصان جو ڪوبه جوابدار ڪونه ٿيندو. گهرن جي درين ۽ ڇتين تي تماشه بينن جو ايترو گوڙ هو، جو مون ڄاتو ته مسافرين ڪندي مون اهڙو آباد شهر ڪونه ڏٺو هو.

اهو شهر پورو چورس آهي، جنهن جو هرهڪ پاسو پنج سؤ فوٽ ڊگهو آهي. ٻه وڏيون گهٽيون جي انهيءَ ۾ آرپار وڃن ٿيون ۽ شهر کي پورن چئن ڀاڱن ۾ ورهائين ٿيون، سي پنج فوٽ ويڪريون آهن، لنڍيون گهٽيون يا ڪوچا جن ۾ آءٌ گهڙي نه سگهيس مگر جن کي رکو لنگهندي ڏٺم، سي ٻارهن کان ارڙهن انچن تائين ڪشادا آهن. شهر ۾ پنجن لک ماڻهو رهي ٿا سگهن. گهرن تي ٽن کان وٺي پنجن تائين ماڙيون آهن، دڪانن بازارن ۾ جهجهو مال رکيل آهي.

شهنشاهه جو محلات شهر جي پوري وچ ۾ آهي، جتي ٻئي وڏيون سڙڪون اچي ٿيون گڏجن. انهيءَ جي چوڌاري ٻه فوٽ اتاهين ڀت آهي، جا محلات جي عمارت کان ويهه فوٽ پري آهي. مون کي شهنشاهه جي اجازت هئي ته اها ڀت اورانگهي وڃان،

مگر انهن ڪرڻ سان ضرور ٿلهن ڪسي وڏو نقصان پهچي ها، جيتوڻيڪ پتيون پڪن پهڻ جون مضبوط جڙيل هيون ۽ چار انچ ٿلهيون هيون. ساڳئي وقت ۾ شهنشاهه جي اها ڏاڍي مرضي به هئي ته آءٌ سندس محلات جو تجمل ڏسان. پر انهن فقط آءٌ ٿن ڏينهن ڪان پوءِ ڪري سگهيس. اهو سڀ وقت مون پنهنجي چاڪوءَ سان شاهي باغ جي تمام وڏن درختن وڍڻ ۾ لڳايو، جو باغ شهر کان انڪل هڪ سؤ يارڊ پري هو.

انهن وڻن مان مون وڏا اسٽول ٺاهيا- هر هڪ انڪل ٽي فوٽ وڏو هو ۽ اهڙو مضبوط هو، جو منهنجو بار کڻي سگهي. ماڻهن کي وري ٻيو ڀيرو اطلاع ملڻ کان پوءِ آءٌ وري به شهر مان لنگهي، پنهنجا ٻئي اسٽول هٿن ۾ کڻي محلات ڏي ويس. جڏهن ٻاهرئين دالان جي پاسي وٽ آيس، تڏهن مون هڪڙي اسٽول تي بيهي ٻيو پنهنجي هٿ ۾ کنيو ۽ ڇت جي مٿان لنگهائي، ٻاهرئين ۽ ٻئي ۽ دالان جي وچ ۾ جيڪا آٺ فوٽ ويڪري وٿي هئي، تنهن ۾ رکيم. پوءِ هڪڙي اسٽول تان لانگ ورائي ٻئي تي پير رکيم ۽ پهريون اسٽول ڪڙنڍي واري لڪڻ سان پنهنجي ٻنيان کڻي ورتم.

اهڙيءَ طرح آءٌ اندرئين دالان ۾ گهڙيس. پوءِ پاسي پر ليٽي پنهنجو منهن وچ واريءَ ماڙيءَ جي

دريءَ وٽ ڌڪيو، جي منهنجي لاءِ کولي ڇڏيون هئائون. اندران جايون اهڙيون سهڻيون ڏسڻ ۾ ٿي آيون جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر. اتي مون راڻي ۽ ننڍا شهزادا ڏٺا، جي پنهنجن پنهنجن جاين ۾ ويٺا هئا ۽ سندن مکيه خدمتگار سندن آسپاس حاضر هئا. راڻي صاحبه مون کي ڏسي مهربانيءَ جي نظر سان مرڪڻ لڳي ۽ دريءَ مان پنهنجو هٿ ڪڍي مون کي ڏنائين، جو مون چميو.

آزاد ٿيڻ کان انڪل ٻه هفتا پوءِ هڪڙي ڏينهن صبح جو خانگي ڪمن وارو سيڪريٽري فقط هڪڙو نوڪر ساڻ ڪري منهنجي گهر آيو. هن پنهنجي گاڏي پري بيهاري خواهش ڏيکاري ته آءٌ ساڻس ڪلاڪ کن خلاصي صحبت ڪريان. هو چڱو ۽ لائق ماڻهو هو ۽ دربار ۾ مون کي گهڻي ڪم آيو هو، تنهنڪري مون اها ڳالهه هڪدم قبول ڪئي. مون چيو ته آءٌ ليٽي پوان ته هو منهنجي ڪن تائين پهچي سگهي. پر هن جي مرضي هئي ته آءٌ هن کي هٿ ۾ کڻي جهليان ته اتي مون سان گفتگو ڪري.

هن پهريون مون کي پنهنجي ڇوٽڪاري جي مبارڪ ڏني، ۽ چيائين ته "الهيءَ ۾ منهنجو به هٿ هو، پر جي دربار جي هاڻوڪي حالت نه هجي ها، ته جيڪر توکي اهڙو جلد ڇوٽڪارو نه ملي ها. ڇالاءِ جو جيتوڻيڪ ٻاهرين ماڻهن کي اسان جي حالت تمام چڱي

ڏسڻ ۾ ٿي اچي، ته به اسان ۾ به وڏيون خرابيون آهن.
هڪڙي هيءَ ته ملڪ جي اندر دوطرفي، ناسازي ۽
مخالفت رهي ٿي، ۽ ٻي هيءَ ته ٻاهرئين ملڪ جي
هڪڙي زور پرئي دشمن جي ڪاهه جو ڊپ ٿو رهي،
پهرينءَ خرابيءَ بابت توکي خبر هجي ته ڪذريل ستر کن
مهينن کان هن بادشاهت ۾ ٻن مخالف ڌرين جي
وچ ۾ جهيڙو هلندڙ آهي، جن کي 'وڏيون کُڙيون' ۽
'ننڍيون کُڙيون' ٿا سڏين.

چوڻ ۾ اچي ٿو ته وڏين کُڙين وارا اسان جي
قديم قاعدن جي فائدي ۾ آهن. پر انهيءَ هوندي به
شهنشاهه رکو ننڍين کُڙين جي وسيلي ڪم هلائڻ جو
پڪو ٺهراءُ ڪيو آهي. توکي معلوم ٿيو هوندو ته
سڀ عهدا هو انهن طرف وارن کي ٿو ڏئي. هن جون
کُڙيون پڻ دربار وارن جي کُڙين کان تمام ٿورو
ته به هڪ ڊرو ننڍيون آهن، ۽ ڊرا هڪ انچ جي
چوڏهين پتيءَ جي ساپ آهي. انهن ٻنهي طرفن جي
وچ ۾ ايتري مخالفت آهي، جو هو هڪٻئي جو نڪي
کائين پيئن، نڪي هڪٻئي سان ڳالهائين. وڏين کُڙين
وارا تعداد ۾ اسان کان گهڻا آهن، مگر حڪومت سازي
اسان جي هٿ ۾ آهي.

"اسان کي اهو ڊپ آهي ته وليعهد صاحب جو
لاڙو وڏن کُڙين وارن ڏي آهي. ڏسجي پيو ته
هن جي جُتيءَ جي هڪڙي کُڙي ٻي کان ٿورو مٿي
آهي، جنهنڪري هلندي هو سنڌڪائي ٿو. هالي هنن

الدرولي جهيڙن جهڳڙن هوندي اسان کي پاسي واري پيٽ بليفسڪو جي بادشاهه جي ڪاهه جو ڊپ آهي. اما ۾ دنيا جي ٻي وڏي بادشاهت آهي ۽ اهڙي وڏي زور ڀري آهي، جهڙي هي؛.

"تون چوندو آهين ته دنيا ۾ ٻيون به بادشاهتون ۽ رياستون آهن، جن ۾ تو جيڏا وڏي قد جا ماڻهو رهندا آهن، سا ڳالهه اسان جن ڏاهن کي اعتبار ۾ نٿي اچي. هو ويساهه ڪن ٿا ته تون چنڊ مان يا ڪنهن ٻئي تاري مان هيٺ ڪري پيو آهين. يقين آهي ته تو جيڏا هڪ سؤ ماڻهو ٿوري ئي وقت ۾ ساري؛ بادشاهت جا ميوا ۽ ڍور ڪائي چٽ ڪري ڇڏيندا ۽ اسان جا تاريخ نويس، ڇهن هزارن مهينن جا ۾، انهن ٻن بادشاهتن، ليليپٽ ۽ بليفسڪو، کان سواء ٻي؛ ڪنهن جو ذڪر نٿا ڪن."

"هالي ٻڌ، هي ٻه وڏيون بادشاهتون گذريل ڇٽيهن مهينن کان سخت جنگيون ڪنديون آيون آهن. آها جنگ هيئين سببن ڪري شروع ٿي. سڀ قبول ڪن ٿا ته ڪائن کان اڳي، آنن ڀڃڻ جو ڀريون رستو آهي آنهن جي موڪري چيڙي تي زور ڏين. پر اسان جي شهنشاهه جو ڏاڏو ڄڏهن اڃا ٻار هو، تڏهن آني ڪائن مهل اڳوڻي دستور موجب جو آنو ڀڳائين، ته اتفاق سان پنهنجي هڪ آڱر وڍي وڌائين. تنهن تي شهنشاهه جي ڏاڏي هڪ قاعدو جاري ڪيو ته سڀ رعيتي ماڻهو آنن جا ننڍيا پاسا ڀڃن، نه ته سخت سزا ملندين."

"ماڻهن کي انهيءَ قاعدي جي نسبت ۾ اهڙو سخت اعتراض هو، جو اسان جا تاريخ نويس چون ٿا ته انهيءَ ڪري ڇهه فساد برپا ٿيا، انهن مان هڪڙي ۾ شهنشاهه مارجي ويو ۽ ٻيو تخت تان لاٿو ويو. اهي اندروني جنگيون بليفسڪو جي بادشاهن جي چور تي ٿينديون هيون. جڏهن اهي بند ڪيون ويون، تڏهن ڏوهاري هميشه انهيءَ ملڪ ڏي ڀڄي ويندا هئا. حساب ڪيو ويو آهي ته يارهن هزارن ماڻهن آنا ننڍي پاسي کان نه ڀڳا، پر موت قبول ڪيائون.

"هاڻي وڏي پاسي کان ڀڃڻ وارن پڪلن ماڻهن بليفسڪو جي درٻار ۾ ايترو مان لڌو آهي ۽ انهن کي هن ملڪ جي خانگي طرفدارن کان ايتري مخفي مدد ملي آهي، جو گذريل ڇٽيهه مهينن ۾ ٻنهي بادشاهتن جي وچ ۾ سخت لڙايون پئي ٿيون آهن، جن ۾ ڪڏهن هڪڙي فتحياب پئي ٿي آهي، ۽ ڪڏهن ٻي. انهيءَ وچ ۾ اسان جا چاليهه وڏا جهاز ناس ٿي ويا آهن. ننڍن جهازن جو ته ڳاڻيٽو ئي ڪونهي. تنهن کان سواءِ ٽيهه هزار چونڊيل سپاهي ۽ خلاصي مارجي ويا آهن. دشمن کي ته اسان کان وڌيڪ نقصان پهتو آهي. انهيءَ هوندي به هاڻ هنن بيشمار جهاز تيار ڪيا آهن ۽ اسان تي ڪاهه ڪرڻ وارا آهن. اسان جي شهنشاهه جو منهنجي همت ۽ طاقت ۾ گهڻو ڀروسو آهي. هن مون کي حڪم ڏنو آهي ته هي سڀ احوال توکي ٻڌايان."

مون سيڪريٽريءَ کي چيو ته "شهنشاهه کي منهنجون بندگيون ڏجو ۽ چئجو ته آءٌ پرديسي ماڻهو آهيان، تنهنڪري آءٌ ڀانيان ٿو ته مون کي مناسب ناهي ته ٻين جي وچ ۾ دست اندازي ڪريان. پر آءٌ شهنشاهه ۽ سندس ملڪ بچائڻ لاءِ سڀني ڪاهه ڪندڙن سان وڙهڻ لاءِ تيار آهيان، پوءِ جي انهيءَ ۾ منهنجو ساهه وڃي، ته حرڪت ڪانهي."



# باب پنجون

## ڪئپٽن گليور سڀ جنگي جهاز ڇڪي ٿو

بليفسڪو جو ملڪ هڪڙو ٻيٽ آهي، جو لليپٽ جي اتر-اوڀر ڏي آهي. ٻنهي جي وچ ۾ هڪڙي کاري آهي، جا اٺ سؤ يارڊ ڪشادي آهي. مون اڃا اها ڪين ڏٺي هئي، ۽ جڏهن ڪاهه ٿيڻ جي ارادي جي خبر پئي هيم، تڏهن آءٌ جاڻي ٻجهي انهيءَ پاسي جي ڪناري ڏي نه ٿي ويس، انهيءَ ڊپ کان ته دشمن جا جهاز، جن کي اڃا منهنجي خبر نه پئي هئي، متان ڏسي وٺن. جنگ هلندي ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ آمدرفت ڪرڻ جي سخت منع ٿيل هئي، ۽ حڪم ڀڃڻ واري کي موت جي سزا ملندي هئي. شهنشاهه جي ڪنهن به جهاز کي انهيءَ پاسي وڃڻ جي موڪل نه هئي.

مون شهنشاهه کي دشمن جي سڀني جهازن ڇڪڻ جي رٿ بيان ڪري ٻڌائي. جاسوسن اسان کي پڪي خبر ڏني هئي ته جهاز بندر تي سڻائي واءُ جي انتظار ۾ تيار ٿيا بيٺا آهن. آزمودگار خلاصين کان کاريءَ جي عمق بابت اسان پڇا ڪئي هئي جو هنن گهڻائي

پيرا انهيءَ جي ماپ ڪئي هئي. هنن چيو ته وچ ۾ وير چڙهڻ وقت اها ستر ڪنگلف اونهي هئي، يعني اٽڪل ڇهه فوٽ. پيا پاڳا گهٽو گهٽو ته پنجاهه ڪنگلف هئا.

آءٌ بليفسڪو جي آمهون سامهون اتر اوڀرندي واري ڪناري ڏي هليس. اتي هڪڙيءَ ٽڪريءَ جي پٺيان ليٽي، مون پنهنجي ننڍي دوربيني ڪڍي ڏٺو ته دشمن جا جهاز لنگر هنيو بيٺا هئا ۽ سڀئي اٽڪل پنجاهه هئا. انهن کان سواءِ سامان کڻڻ جون گهڻيون ئي ٻيڙيون هيون. پوءِ آءٌ موٽي پنهنجي گهر آيس ۽ حڪم ڏنم ته "گهڻا ۽ مضبوط رسا ۽ لوهه جون شيخون مون کي آڻي ڏيو." آهي آنداءون. رسو سوٽليءَ جي ڌاڳي جهڙو ٿلهو هو ۽ لوهه جون شيخون ڏيکه توڙي قد ۾ اُن جي ڪم جي سوئن جهڙيون هيون.

سوٽليءَ کي ٽيڻو ڪري مون مضبوط رسو ڪيو ۽ ساڳيءَ طرح سوٽا به ٽي ڪڏي وٽي مضبوط ڪم ۽ انهن جون چهنبون موڙي ڪنڍي وانگي ڪري ڇڏيم. پوءِ پنجاهه اهڙيون ڪنڍيون پنجاهه اهڙن رسن ۾ وجهي وري به اتر اوڀرندي واري ڪناري ڏي ويس ۽ پنهنجو ڪوٽ ۽ جوتا ۽ جوراب لاهي پنهنجي چم جي صدريءَ ۾ وجهي سمنڊ منجهه گهڙي پيس. وير چڙهڻ ۾ اڃا اٽڪل اڌ ڪلاڪ پيو هو. جيترو ٽڪڙو هلي سگهيس اوترو ٽڪڙو هلي وچ ۾ اٽڪل ٽيهن بارڻن

تائين ترسيس، تان جو پير وچي وري هن پر سگهي تي لڳو. اڌ ڪلاڪ جي اندر آءٌ دشمن جي جنگي جهازن تائين وڃي پهتس.

دشمن جا سپاهي مون کي ڏسي اهڙو ڊڄي ويا، جو جهازن تان ٽپي تري ڪناري تي ويا، جتي ٽيهن هزارن کان گهٽ ماڻهو نه هوندا. پوءِ مون پنهنجا رسا ڪڍيا ۽ هرهڪ جهاز جي چهنب وٽ ٽنگي ۾ ڪنڍي اٽڪائي سڀ رسا گڏي انهن جا ڇيڙا ڪٺي ٻڌم. جيسين مون اهو ڪم پئي ڪيو، تيسين هنن ڪيترائي هزار تير ڇوڙيا، جن مان گهڻا مون کي هٿن ۽ منهن ۾ لڳا. انهيءَ سخت ايذاءَ کان سواءِ، هنن منهنجي ڪم ۾ به گهڻي حرڪت ڪئي. مون کي گهڻو ڊپ پنهنجي اکين جو هو، ۽ جي انهيءَ مهل انهن جي بچاءَ جي تجويز اوچتي دل ۾ نه اچيم ها ته جيڪر اکيون وڃايان ها.

پهرين ڪن ننڍڙين ضروري شين سان گڏ مون پنهنجي عينڪ به کيسي ۾ لڪائي ڇڏي هئي. اهي سڀ شيون شهنشاهه جي تلاش ڪندڙن عملدارن جي نظر نه چڙهيون هيون، جيئن مون مٿي به چيو آهي. اها عينڪ مون ڪڍي پنهنجي نڪ تي مضبوط ڪري ٻڌي ڇڏي، ته پوءِ اکيون بچيل رهن. پوءِ بهادريءَ سان آءٌ پنهنجي ڪم ۾ لڳس ۽ دشمن جي تيرن جي ڪابه پرواهه ڪانه ڪيم. ڪيترائي تير عينڪ جي

شيشن کي لڳا، پر انهن کي هيڏي هوڏي چورڻ کان سواءِ ٻيو نقصان نہ پهچايائون.

جڏهن سڀ ڪنڍيون انڪائي رهيس، تڏهن رسن جي ڳنڍ هٿ ۾ جهلي ڇڪڻ لڳس، پر هڪڙو جهاز بہ نہ چريو، ڇا لاءِ جو اهي لنگرن سان مضبوط ٻڌل هئا. اهو وڏيءَ بهادريءَ جو ڪم اجا منهنجي لاءِ رهيو ٻيو هو. تنهنڪري رسو ڪٽي ڇڏيم، ڪنڍيون انئين ئي جهازن ۾ لڳيون پيون هيون. ڪپ سان اهي رسا وڍي وڌم جي لنگرن سان ٻڌل هئا. انهيءَ ڪم ڪندي مون کي انڪل ٻہ سؤ تير منهن ۽ هٿن ۾ لڳا. تنهن کان پوءِ رسن جي گڏيل ڳنڍ هٿ ۾ جهلي ولي ڇڪيم تہ آسانيءَ سان دشمن جا پنجاهہ ئي وڏا جهاز منهنجي پٺيان هليا آيا.

بليفسڪو جي ماڻهن کي منهنجي آزاديءَ جي ڪابہ خبر ڪانہ هئي، سي پهريائين تہ حيران ٿي ويا. هنن مون کي رسا وڍيندي ڏٺو هو ۽ پانهو هٿائون تہ هي رڳو جهازن کي پنهنجي منهن ٽاڪڻ لاءِ ڇڏي ڏيندو، جي شايد پاڻ ۾ لڳندا ۽ ٽهڪندا. پر جڏهن هنن ڏٺو تہ سڀ جهاز ترتيبوار پيا هلن ۽ معلوم ڪيائون تہ آءٌ سڀني کي ڇڪيندو وڃان، تڏهن ڏک ۽ نا اميديءَ ۾ اهڙيون رڙيون ڪرڻ لڳا، جي خيال ڪرڻ ۽ بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن.

جڏهن آءٌ خطري جي جاءِ کان نڪري ٻاهر ٿيس تڏهن ٿورو ترسي منهن ۽ هٿن مان تير ڪڍيم. پوءِ

انهيءَ هنڌ ٿورو مرهم رکيم، جو پرينديءَ ڀڄڻ وقت مون کي ڏنو هئائون، جيئن مون مٿي چيو آهي. پوءِ عينڪ لاهي چڏيم ۽ ڪلاڪ کن آرام ڪيم. جڏهن وير ذرو هيٺ پئي ٿي، تڏهن جهاز کڻي للپوٽ جي شاهي بندر تي صحيح سلامت اچي پهتس.

شهنشاهه پنهنجي ساريءَ دربار سميت ڪناري تي بيٺو هو، تہ ڏسي تہ منهنجي ڪوشش جو ڪهڙو نتيجو ٿو نڪري. سڀني ڏٺو تہ جهاز اڌ گهيري ۾ هليا اچن، پر مون تي هنن جي نظر ڪانہ پيئي، جو آءٌ اڌ تائين پاڻيءَ ۾ هوس. جڏهن آءٌ ڪاريءَ جي وچ ڌاري آيس ۽ ڳچيءَ تائين پاڻيءَ ۾ اچي ويس، تڏهن هنن کي ڏاڍو ڏک ۽ انتظار ٿيڻ لڳو، جو ڄاڻائون تہ آءٌ ٻڏي ويس ۽ دشمن جا جهاز وڙهڻ لاءِ ڪاهيندا اچن. پر مون کي اڳتي ڪاري ويئي تانگهي ٿيندي ۽ آءٌ اچي کين ويجهو ٿيس ۽ هو منهنجو ڳالهائڻ ٻڌي سگهڻ جهڙا هئا. تڏهن مون کي ڏسي هنن جو انتظار لٿو. مون جهازن جي رسن جي ڳنڍ مٿي ڪري وڏي سڏ چيو تہ "خدا شل للپوٽ جي زور واري بادشاهہ کي وڏي حياتي ڏئي!" جڏهن آءٌ وهي ڪناري تي چڙهيس، تڏهن شهنشاهہ نهايت گهڻي خوشيءَ سان مون کي گڏيو ۽ اتي جو اتي

مون کي "ترڊاڪ" جو لقب ڏنائين، جو هنن ۾ هڪڙو وڏو خطاب آهي.

شهنشاهه مون کي چيو ته "دشمنن جا باقي جيڪي جهاز آهن، سي سڀ ڪنهن ٻئي وقت کڻي اچجئين." اهي بادشاهه اهڙا طمع وارا آهن، جو سندن مرضي آهي ته لليپٽ ۽ بليفسڪو جي سڄي بادشاهت ڳڌجي هڪڙي ٿي وڃي، جو پوءِ پنهنجي طرفان رکيو ڪي نواب يا فرمانفرما مقرر ڪري آسانيءَ سان اتان جو ڪاروبار هلائي سگهن. هن جي مرضي هئي ته آنن جي وڏي پاسي ڀڃڻ وارا سڀ فسادي، جي شهر ڇڏي ويا هئا، تن کي ماري ناس ڪري ڇڏي، ۽ انهن ماڻهن کي اهڙو لاچار ڪري، جو هو پنهنجا آنا ننڍي پاسي کان ڀڃن، جنهنڪري ساريءَ شهنشاهت جو هو ئي هڪڙو شهنشاهه ٿيندو.

پر مون هن کي اهڙي ارادي تان لاهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ صاف طرح ٻڌايو ته "بهادر ۽ آزاد ماڻهن کي غلام ڪرڻ ۾ آءٌ مدد نه ڏيندس،" ۽ جڏهن انهيءَ ڳالهه بابت مشيرن جي وچ ۾ بحث هليو، تڏهن جيڪي عقل ۽ سمجهه وارا وزير هئا، سي منهنجي راءِ سان شامل ٿيا.

هيءَ جا پنهنجي راءِ مون همت ڪري ظاهر ڪئي، سا شهنشاهه جي راءِ ۽ رٿ جي اهڙو برخلاف هئي، جو انهيءَ ڪري هو مون کي ڪڏهن معاف ڪري

نہ سگهيو. هن مشيرن جي مجلس ۾ ٻہ اشاري سان اها ڳالهہ ڏيکاري، جو مون کي چيائين تہ ”عقل وارن مشيرن سان کي سات کري ويٺا، جنهن سان هو منهنجي راہ سان شامل ڏسڻ ۾ ٿا اچن.“ پر پيا، جي منهنجا دشمن هئا، سي منهنجي ٿورڙي تعريف بہ برداشت کري نہ سگهيا. انهيءَ وقت کان وٺي شهنشاهہ ۾ منهنجي مخالف کيترن وزيرن جي وچ ۾ منصوبا ٿيڻ لڳا، جي ٻن مهينن جي اندر ظاهر ٿيا ۽ جن سان اهو امکان ڏسڻ ۾ ٿي آيو تہ مون کي ماري چٽ کري ڇڏيندا. بادشاهن جي کيتري بہ کئي خدمت چاکري کجي، پر جي هنن جي مرضيءَ جي برخلاف کي کئي کبو، تہ آها سپ خدمت برباد ٿيو وڃي.

انهيءَ مهم کان اٽکل ٽي هفتا پوءِ، بليفسکو مان هڪ وکيل آيا، جن صلح کرڻ لاءِ درخواست کئي. سگهو ٿي صلح کيو ويو، جنهن جا شرط شهنشاهہ جي لاءِ تمام فائدي وارا هئا. انهن جي تفصيل ٻڌڻ سان پڙهندڙ کي تکليف ٿيندي، تنهنکري هتي بيان ڏيڻ اجايو آهي. مڙئي ڇهہ وکيل هئا ۽ سالن اٽکل پنج سؤ ساٿهو هئا. هو ڏاڍي تجمل سان شهر ۾ آيا، ۽ هنن کي سندن بادشاهہ جي شان وٽان ۽ کم جي حالت موافق مرحبا کئي ويئي.

جڏهن عهدنامو پورو ٿيو. تڏهن بليفسکو جي وکيلن مون سان اچي ملاقات کئي، جا لاءِ جو مون

الهيءَ ڪري ۽ هنن جي گهڻي خيرخواهي ۽ طرفداري ڪئي هئي، ۽ هنن مون کي معتبر شمار ٿي ڪيو، ۽ خانگي طرح مائهن کان هنن کي خبر پيئي هئي ته آءٌ سندن خيرخواهه آهيان. پهريائين هو منهنجي بهادريءَ ۽ مهربانيءَ جي تعريف ڪرڻ لڳا، پوءِ مون کي هنن پنهنجي بادشاهه جي طرفان پنهنجي ملڪ ڏي اچڻ جي دعوت ڏني، ۽ چيائون ته "اچي اسان کي پنهنجي بي انداز طاقت جون ڪي ثابتيون ڏيئي ڏيکار، جو انهيءَ بابت اسان حيرت جهڙيون ڳالهيون ٻڌيون آهن." انهيءَ ۽ مون هنن کي راضي ڪيو، پر جيڪي ڪم ڪيم، تنهن جي تفصيل ڏيڻ سان پڙهندڙن کي تڪليف نه ڏيندس.

جڏهن ڪجهه وقت تائين مون هنن کي خوش ڪيو ۽ حيرت ۾ وڌو، تڏهن مون چيو ته "منهنجا گهڻا نياز پنهنجي بادشاهه کي ڏجو، جنهن جي ليڪين جي تعريف ساري جهان ۾ پکڙيل آهي. اميد آهي ته پنهنجي ملڪ ڏي رواني ٿيڻ کان اڳي آءٌ اوهان جي بادشاهه جي قدمبوسي ڪري ويندس."

انهيءَ موجب ٻئي وقت جڏهن مون شهنشاهه جي ملاقات جو شرف حاصل ڪيو، تڏهن ڪانٽس بلمفسڪو جي بادشاهه سان ملاقات ڪرڻ جي اجازت گهريم.

هن اجازت ڏني، مگر مون صحيح ڪيو ته ڏاڍي رنج سان ڏنائين. پر انهيءَ جو سبب آءٌ معلوم ڪري

نہ سگهيس. مگر نيٺ مخفي طرح هڪڙي شخص کان مون کي معلوم ٿيو تہ شاهي خزانچي ۽ اميرالبحر شهنشاهہ جي ڪن ۾ وڌو هو تہ مون بليفسڪو جي وڪيلن سان رستو رکيو آهي ۽ سندس برخلاف آهيان، پر آءٌ يقين سان چوان ٿو تہ انهيءَ تهمت کان آءٌ آزاد هوس. انهيءَ وقت کان وٺي ٻہ ٻنهي بادشاهن ۽ وزيرن جي وسيلي گفتگو ٿي ڪئي. انهن ٻنهي ملڪن جون ٻوليون اهڙيون علحدہ ٻوليون هيون، جهڙيون يورپ جي ڪن ٻہ ملڪن جون آهن. هرهڪ ملڪ جا ماڻهو پنهنجي ٻوليءَ جي قدامت ۽ خوبصورتي ۽ ڪائيءَ جو فخر ڪندا هئا. انهيءَ هوندي بہ اسان جي شهنشاهہ، جو هنن جي جهازن پڪڙڻ سان فتح حاصل ڪئي هئي ۽ هنن تي قابض پيو هو، تنهنڪري زور ڪري هنن تي بہ ليليپٽ جي ٻولي ڳالهائڻ جو بار رکيو هئائين.

پر ايترو قبول ڪرڻ گهرجي تہ ٻنهي بادشاهتن جي وچ ۾ ايتري آمدرفت ۽ سوداگري هلندي هئي ۽ اتي جي دستور موجب شريف ۽ دولتمند ماڻهو دنيا ڏسڻ ۽ ماڻهون سان واقفيت رکڻ ۽ اخلاق سڌارڻ لاءِ ايترا پنهنجا جوان مالهو هڪ ٻئي جي ملڪ ڏي موڪليندا هئا، جو اهڙا ڪي وڏا مالهو يا سوداگر يا خلاصي ڪنارن تي رهڻ وارا ٿورا هوندا، جي ٻنهي زبانن ۾ گفتگو ڪري نہ سگهندا هوندا. اها ڳالهہ مون کي تڏهن معلوم ٿي، جڏهن پوءِ آءٌ بليفسڪو جي شهنشاهہ

جي سلام تي ويس. جيتوڻيڪ منهنجن دشمنن جي بدخواهيءَ ۽ وير ڪري، مون تي گهڻيون مشڪلاتون ۽ مصيبتون آيون هيون، ته به منهنجي انهيءَ ڀاسي وڃڻ مان مون کي گهڻو فائدو پهتو ۽ سک حاصل ٿيو، جيئن هيٺ موقعي تي آءٌ بيان ڪندس.

## باب ڇهون

### گليور لليپٽ ڇڏي ٿو

هن بادشاهت ڇڏڻ جو بيان ڏيان، تنهن کان اڳي پڙهندڙ کي خبر ڏيڻ مناسب آهي ته منهنجي برخلاف ٻن مهينن کان هڪڙو منصوبو لڪچوريءَ ۾ ٻڌي رهيو. هيستائين عمر ۾ مون ڏارين ملڪن جي بادشاهن وٽ نه گذاريو هو، تنهنڪري انهن جي مون کي ڪابه خبر ڪانه هئي، جو پنهنجي حالت ۽ وسعت ڪري انهن وٽ رهڻ جي مون کي لياقت ڪانه هئي. وڏن وڏن بادشاهن ۽ اميرن جي مختلف طبيعتن بابت مون پڙهيو گهڻو ئي هو، پر اها اميد مون کي نه هئي ته انهيءَ جو خراب نتيجو آءٌ ههڙي پرانهين ملڪ ۾ ڏسندس، جتي منهنجي سمجهه موجب يورپ جي قاعدن کان بلڪل علحدا قاعدا جاري هئا.

مون اجهان بليفسڪو جي شهنشاهه ڏي وڃڻ جي تياري ئي ڪئي، ته هڪڙو وڏو امير، جنهن تي بادشاهه جي مٿس ڪاوڙجڻ مهل مون گهڻا احسان ڪيا هئا، سو رات جو بند تيل ڪرسيءَ ۾ لڪچوريءَ منهنجي گهر آيو، ۽ ٿالي پڌائڻ کان سواءِ اندر لنگهي آيو.

ڪرسي کڻي وارا هليا ويا، ۽ مون امير کي ڪرسيءَ سميت کڻي پنهنجي وڏي ڪوٽ جي کيسي ۾ وڌو. تڏهن مون پنهنجي هڪڙي معتبر نوڪر کي چيو ته "ماڻهن کي ٻڌاءِ ته آءٌ بيمار آهيان ۽ ستو پيو آهيان." پوءِ مون پنهنجي گهر جو در بند ڪيو ۽ ڪرسي کيسي مان ڪڍي ميز تي رکيم، جيئن هميشه ڪندو هوس ۽ پوءِ انهيءَ جي پاسي ۾ ويهي رهيس. امير ڏاڍي خيال ۾ ڏسڻ ۾ آيو، ۽ جڏهن مون انهيءَ جو سبب پڇيس، تڏهن هن مون کي ٻڌايو ته "شهنشاهه پنهنجن مشيرن ۽ اميرن سان صلاح ڪري اهو حڪم ڪڍيو آهي ته دغا ڪرڻ جي ڪري تنهنجون اکيون ڪڍائي. ٽن ڏينهن جي اندر سيڪريٽري تنهنجي گهر ايندو ۽ تو کي حڪم پڙهي ٻڌائيندو."

ٿورو وقت انهيءَ ڳالهه تي ويچار ڪري مون دل ۾ هڪڙو ٺهراءُ ڪيو، جنهن لاءِ شايد مون تي واجبي طرح الزام اچي سگهندو. آءٌ قبول ٿو ڪريان ته منهنجي اڀرائيءَ ۽ بي تجربي هئڻ جي ڪري ئي مون پنهنجون اکيون بچايون ۽ پنهنجي آزادگي حاصل ڪئي. جيڪڏهن مون کي انهيءَ وقت بادشاهن ۽ وزيرن جي طبيعتن جي خبر هجي ها، جيئن پوءِ مون کي گهڻن ٻين بادشاهن ۽ اميرن جون به معلوم ٿيون، ۽ جي مون کي خبر هجي ها ته مون کان به وڌن ڏوهارين کي کهڙيون سزائون ٿيون ملن، ته جيڪر آءٌ خوشيءَ سان اهڙي هلڪي سزا قبول ڪريان ها.

پر جوانيءَ جي اڀرانيءَ ڪري ۽ شهنشاهه جا مون کي بليفسڪو جي بادشاهه وٽ وڃڻ جي اگهڻي اجازت ڏني هئي، تنهن موجب، مون وڃڻ جو پڪو ٺهراءُ ڪيو، ۽ انهن ڏينهن گذرڻ کان اڳيئي پنهنجي دوست سيڪريٽري، ڏي هڪڙو خط موڪليم، جنهن ۾ لکيومانس ته مون پڪو ارادو ڪيو آهي ته اڄ آءٌ بليفسڪو ڏي روانو ٿيندس.

هن جي جواب لاءِ به نه ترسيس، ۽ آئي بيٽ جي انهيءَ پاسي ويس، جتي اسان جا جهاز بيٺا هئا. اتي هڪڙو وڏو جنگي جهاز پڪڙي، انهيءَ جي چوٽيءَ ۾ ڪٿي هڪڙو رسو ٻڌم. لنگر ڪڍي، پنهنجا ڪپڙا لاهي، ڪڇ ۾ جيڪو مٿان وجهڻ جو ڪٿو هوم، سو به ڪپڙن سميت گنڍڙي ڪري، ڪشي انهيءَ جهاز ۾ رکيم: پوءِ انهيءَ کي ڇڪي اتي هليس. ڪٿي پاڻيءَ ۾ پنڌ پئي ڪيم، ڪٿي تري تري ٿي. اٺين ڪندي آءٌ نيٺ بليفسڪو جي شاهي بندر تي آيس، جتي گهڻي وقت کان ماڻهو منهنجي لاءِ منتظر بيٺا هئا.

هنن مون کي به سونها ڏنا ته وڏي شهر ڏي وٺي هلن، جنهن جو نالو به بليفسڪو آهي. مون انهن سونهن کي هٿ ۾ ڪيو. جڏهن شهر جي وڏي در کان ٻن سون ياردن جيتري پنڌ تي آيس، تڏهن مون هنن کي چيو ته ”هاڻي وڃي هڪڙي سيڪريٽريءَ

کي منهنجي اچڻ جو پڌايو، ۽ چئو ته آءٌ شهنشاهہ جي حڪم جو منتظر ٿيو ويٺو آهيان." ڪلاڪ کن جي اندر جواب آيو ته شهنشاهہ پنهنجي شاهي ڪٽنب ۽ اميرن وزيرن سميت منهنجي مرحبا ڪرڻ لاءِ ٿو اچي. آءٌ سؤ يارڊ سندن لاءِ اڳيرو ويس.

شهنشاهہ ۽ سندس عملو گهوڙن تان لهي پيو ۽ راڻي ۽ سندس خدمتگاريون گاڏين مان لٿيون. مون ڏٺو ته هنن کي ڪو ڊپ يا فڪر ڪونہ هو. مون شهنشاهہ کي عرض ڪيو ته "آءٌ پنهنجي ڪيل انجام موجب آيو آهيان ۽ مون کي پنهنجي ڌڻيءَ يعني شهنشاهہ اجازت ڏني آهي تہ حضور جهڙي زبردست شهنشاهہ جي ملاقات جو شرف حاصل ڪريان ۽ وس آهر اهڙي خدمت چاڪري ڪريان، جا پنهنجي بادشاهہ ڏانهن فرض جي ادائي ۽ نمڪ حلاليءَ سان موافق هجي." مون پنهنجي نسبت ۾ پنهنجي شهنشاهہ جي ناراضپي جو ذڪر ذرو بہ نہ ڪيو، ڇا لاءِ جو اجا انهيءَ بابت مون کي ڪابہ ڪي خبر ڪانہ ملي هئي، ۽ تنهنڪري چڻ تہ آءٌ انهيءَ بابت غير واقف هوس. مون کي پڪ هئي تہ شهنشاهہ کي انهيءَ گجهہ جي ڪابہ خبر نہ پوندي، جو آءٌ سندس وس کان ٻاهر هوس. پر سگهو ئي معلوم ٿيو تہ انهيءَ طرح خيال ڪرڻ ۾ مون غلطي ڪئي هئي.

هن ٻئي شهنشاهہ وٽ منهنجي ڪهڙي مرحبا ٿي، تنهن جي بيان ڏيڻ مان آءٌ پڙهندڙ کي تڪليف نہ

ڏيندس. اها اهڙي وڏي بادشاهه جي مهرباني ۽ شان وٽان هئي. گهر ۽ بستري جي لاءِ جيڪي مون کي مشڪلاتون پيش آيون، تنهن جو به ذڪر نه ڪندس. مون کي لاچار پنهنجو ڪٽو وڏي زمين تي سمهڻو پيو.

منهنجي اتي پهچڻ کان ٽي ڏينهن پوءِ، ٻيٽ جي اتر-اڀرندي ڪناري تي گهمندي، سمنڊ ۾ ڏيڍ ميل پنڌ تي مون کي هڪڙي شئي ڏسڻ ۾ آئي، جا اونڌي ٻيڙيءَ وانگي نظر ٿي آئي. مون پنهنجا جوتا ۽ جوراب ڪڍي لاٿا ۽ ٻن ٽن سون يارڊن تائين اندر پاڻي ۾ هليو ويس. ڏٺم ته اها شئي ويرَ جي زور سان وڃي ويجهي پوندي. تڏهن صاف معلوم ٿيم ته سچي پچي اها ٻيڙي آهي، جا مون ڀانيو ته ڪنهن جهاز تان طوفان جي زور سان ڇڄي آئي آهي. تنهن تي هڪدم آءٌ موٽي شهر ۾ آيس، ۽ شهنشاهه کي چيم ته جنگي جهازن جي پڪڙجڻ کان پوءِ جيڪي ڏکيا جهاز بچيا آهن، تن مان مون کي ويهه ڏيو ۽ ٽي هزار خلاصي به ڏيو ۽ انهن جي مٿان نائب امير البحر به مقرر ڪري ڏيو.

اهي جهاز، جيسين آءٌ سنڌو ڪناري تي وڃي تيسين ڦري انهيءَ هنڌ آيا جتي مون پرڀندي ٻيڙي ڏٺي هئي. مون ڏٺو ته وير انهيءَ کي اچا به ويجهو آندو هو. سڀني خلاصين کي رسا ڏنا ويا، جي مون

اڳئي ونـي مضبوط ڪيا هئا. جڏهن جهاز اچي پهتا تڏهن مون پنهنجا ڪپڙا لاٿا ۽ پاڻيءَ ۾ پنڌ ڪري جتي ٻيڙي بيٺي هئي، انهيءَ ڪان سؤ يارڊن جي اندر آيس، پوءِ تري انهيءَ تائين پهتس.

خلاصين رسي جـو ڇيڙو مون کي اڇلائي ڏنـو، جو مون ٻيڙيءَ جي اڳيل ۾ هڪڙي ٽُنڪ ۾ کهيڙائي ٻڌي ڇڏيو، ۽ رسي جـو ٻيو ڇيڙو وري هڪڙي جنگي جهاز سان ٻڌي ڇڏيم. پر مون ڏٺو تہ منهنجو پورهيو سڀ اجايـو ٿيو، ڇا لاءِ جو پاڻي تـار هو، تنهنڪري آءٌ ڪوبہ ڪم ڪري نہ سگهيس. لاچار ٿي تـري ٻيڙيءَ جي پٺيان وڃي انهيءَ کـي هڪڙي هٿ سان اڳتي ڌڪڻ لڳس. وير سٺائي هئي، تنهنڪري اڳترو وڌي آيس، جو ڪـاڏي پاڻيءَ ڪان ٻـاهر جهلي ۽ پير زمين تي رکي سگهيس. ٻہ يا ٽي منٽ ساهي کڻي، ٻيڙيءَ کي وري ٻيو ٺيلهو ڏنم. نيٺ ڌڪي ڌڪي ايـڏي پاڻيءَ ۾ آنـدومانس، جو منهنجن بغلن تائين ٿي آيو.

مشڪل ڪم لهي ويـو، تنهنڪري هـاڻ مـون پنهنجا ٻيا رسا ڪڍيا، جي هڪڙي جهاز ۾ ڍير ٿيا رکيا هئا. انهن کي پهرين ٻيڙيءَ سان ٻڌم ۽ پوءِ ٻين نون جهازن سان ٻڌم، جي مون کي ڏنـا ويـا هئا. واءُ سٺائو هو ۽ خلاصين گهڻ ڏنا ۽ مون زور لاتو. انهيءَ طرح اسين ڪناري ڪان چاليهن يـارڊن تـائين

آيا سين. جڏهن وير لٿي تڏهن آءٌ سُڪيءَ تي پنڌ
ڪري پيڙيءَ وٽ آيس. پر هزارن ماڻهن جي مدد
سان رسن ۽ ڪلن جي وسيلي مون پيڙيءَ کي اٿلائي
سنئون ڪيو ۽ ڏٺم ته انهيءَ کي ڪو گهڻو نقصان
نه پهتو آهي.

گهڻين مشڪلاتن سان مون انهيءَ پيڙيءَ کي
بليفسڪو جي شاهي بندر ۾ آندو، تن جي بيان ڪرڻ
سان آءٌ پڙهندڙن کي تڪليف نه ڏيندس. انهيءَ لاءِ
مون کي ڪي وڏا ونجهه يا ڳن جوڙڻا پيا، جن تي
ڏهه ڏينهن ته پئي محنت هئيم. جڏهن آءٌ اتي آيس،
تڏهن ماڻهن جا گوڙ اچي ڪٺا ٿيا ۽ ههڙو وڏو جهاز
ڏسي عجب ۾ پئجي ويا. مون شهنشاهه کي چيو ته
"آءٌ نصيب وارو آهيان، جو هيءَ پيڙي مون کي
هٿ آئي آهي. اها مون کي ڪنهن هنڌ ڪٺي ويندي،
جتان آءٌ پنهنجي وطن ڏي موٽي وڃي سگهندس.
مون عرض ڪيم ته مون کي وڃڻ جي موڪل به
ڏني ۽ ماڻهن کي حڪم به ڏني ته مون کي پيڙيءَ
جي تيار ڪرڻ ۾ ضروري سامان موجود ڪري ڏين."
ٿوريءَ تڪليف ڏيڻ کان پوءِ هن اجازت ڏني.

انهيءَ وچ ۾ آءٌ حيران هوس، ته ڪهڙي سبب
اسان جي شهنشاهه ڪوبه پيغام مون ڏي بليفسڪو ۾
ڪونه موڪليو. پر پوءِ خانگي طرح مون کي سندس
منصوبن جي ڪل پئي هئي. هن سمجهيو ٿي ته سندس

اجازت ۽ ﭘنهنجي ڪيل انجام موجب آءٌ فقط بليفسڪو ڏي گهمڻ ويو آهيان، جو دربار وارڻ کي ٻه ايتري خبر هئي. هڻ چاتو ٿي ته اتي جي بادشاهه سان ملاقات ڪرڻ کان پوءِ ٿوري ئي عرصي ۾ موٽي ايندس. ٻر جڏهن مون کهٽا ڏينهن لڳايا، تڏهن البت ٻي آرام ٿيڻ لڳو. خزانچيءَ ۽ ٻين منهنجن دشمن سان صلاح ڪرڻ کان پوءِ هڪڙو آبروءَ وارو ماڻهو مون ڏي موڪليو ويو، ۽ جيڪو تهمتنامو مون تي جوڙيو هئائون تنهن جو نقل قلم وار ٻه ڏياري موڪليو هئائون. انهيءَ وڪيل کي اهو حڪم هو ته بليفسڪو جي بادشاهه کي ٻڌائي ته سندس شهنشاهه گهڻي مهرباني ڪري منهنجي لاءِ فقط ايتري سزا مقرر ڪئي آهي ته منهنجون اکيون ڪيري ڇڏجن، جو آءٌ انصافي محڪمي کان لڏائي ڀڄي آيو آهيان، ۽ جي آءٌ ٻن ڪلاڪن جي اندر موٽي نه ويندس ته منهنجو مرداڪ جو خطاب موٽي ورتو ويندو ۽ مون کي دغاباز ۽ باغي شمار ڪيو ويندو. وڪيل هيترو ٻه چيو ته جي بليفسڪو جو شهنشاهه ڀانئي ته ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ صلح رهي، ته هڪدم منهنجا هٿ پير ٻڌائي، دغابازيءَ جي سزا ڀوڳڻ لاءِ مون کي لليپٽ ڏي ڏياري موڪلي.

بليفسڪو جي شهنشاهه ٽن ڏينهن جي صلاح مشورن کان پوءِ گهڻن عذرخواهين ۽ ٻهانن جو جواب ملن

لفظن ۾ ڏياري موڪليو. اهو هي هو ته "هن جبل جهڙي ماڻهوءَ کي ٻَڌي موڪلڻ بلڪل ناممڪن آهي، جيئن اوهان کي معلوم هوندو. جيتوڻيڪ هن منهنجا سڀ جهاز پڪڙي ورتا آهن، ته به صلح ڪرائڻ ۾ هن گهڻي مدد ڏني آهي، تنهنڪري آءٌ هن جو احسانمند آهيان. انهيءَ هوندي به، اميد آهي ته اوهين توڙي اسين ٻئي جلد خوش ٿينداسين، ڇالاءِ جو هن هڪڙو عظيم جهاز ڪناري تي لڌو آهي، جنهن تي هو چڙهي وڃي سگهندو. انهيءَ جي تيار ڪرڻ لاءِ ڪيس مدد ڏيڻ واسطي مون حڪم جاري ڪيو آهي. اميد آهي ته ٿورن ئي هفتن ۾ ٻئي بادشاهتون هن کان ڇٽي پونديون.

اهو جواب وٺي اهو وڪيل لليپٽ ڏي موڪليو ويو، ۽ بليفسڪو جي شهنشاهه جيڪي ٿي گذريو هو سو مون کي ٻڌايو. ساڳئي وقت ۾ هن مخفي طرح مون کي چيو ته "جي تون مون وٽ رهندين، ته آءٌ توکي پوري پناهه ڏيندس. جيتوڻيڪ هن جي سچي نيت ۾ مون کي شڪ ڪونه هو، ته به مون پڪو ارادو ڪيو هو ته وس پڄندي آئيندي بادشاهن يا اميرن ۾ ڪڏهن به ويساهه ڪين رکندس. تنهنڪري مون سندس شڪرگذاري ڪري ادب ۽ نياز سان معافي گهري. چيومانس ته "جڏهن چڱيءَ يا بڇڙيءَ قسمت هڪڙي ٻيڙي مون کي ڏياري آهي، تڏهن آءٌ بخت آزمائي ڪري سمنڊ تي نڪري پوندس. هتي

رهي پئي وڏن پادشاهن جي وچ ۾ ناسازي پيدا ٿي
ڪندي.[۹] انهيءَ تي شهنشاهه ڪاوڙيو ڪين بلڪ
هڪڙي اتفاق سان مون کي معلوم ٿيو ته هو توڙي
گهڻا وزير امير منهنجي انهيءَ ارادي ڪري ڏاڍا
خوش ٿيا.

انهن سببن ڪري پاڻ جلد رواني ٿيڻ جي مون کي
خواهش ٿي. بادشاهه توڙي درٻارين کي پاڻ ٽڪڙ
هئي ته هي وڃي، تن ڏاڍيءَ خوشيءَ سان مون کي
مدد پئي ڏني. پنج سؤ مالهو منهنجي حڪم هيٺ
ٻيڙيءَ جي ٻن سڙهن ٺاهڻ لاءِ ڪم ۾ لڳايا ويا.
انهيءَ ڪم لاءِ هنن جي مضبوط ڪپڙي جا تيرهن تيرهن
ٿان هڪٻئي مٿان ٽها ڪري ڪم آندا ويا. هنن جا
ڏهه - ويهه بلڪ ٽيهه ٽلها ۽ مضبوط رسا وٽي پنهنجي
ٻيڙيءَ جا رسا جوڙيم.

گهڻي ڳولا ڪان پوءِ سمنڊ جي ڪناري تي هڪڙو
وڏو پٿر لڌم، سو مون کي لنگر وانگر ڪم آيو.
ٽن سوَن ڳئن جي چربي مون کي ٻيڙيءَ جي مکڻ
۾ توڙي ڪن ٻين ڪمن ۾ ڪم آئي. ولجهن ۽
ڪوهن لاءِ ڏاڍي محنت ڪري کي وڏا درخت وڍيم-
پر انهيءَ ڪم ۾ مون کي شاهي جهازن جوڙيندڙن
مدد ڏني، جو منهنجي کهري ڪيل ڪم کي هنن لسو
ٽي ڪيو.

مهني ڪن جي اندر جڏهن سڀ شيون تيار ٿيون، تڏهن مون شهنشاهه کي چوائي موڪليو ته ”هاڻ آءٌ موڪل وٺندس، مون کي وڃڻ جو حڪم ملي.“ شهنشاهه پنهنجي ساري شاهي ڪٽنب سميت محلات مان نڪري آيو. آءٌ هن جي هٿ چمڻ لاءِ اونڌو ٿي پيس ۽ مهرباني فرمائي مون کي پنهنجو هٿ ڏنو، راڻيءَ توڙي شهزادن به ائين ڪيو. شهنشاهه مون کي پنجاهه ٿلهيون انعام ڏنيون، هرهڪ ۾ ٻه سؤ مهرون هيون. ۽ پنهنجي ساري قد واري تصوير به عطا ڪيائين. آها ته مون پنهنجي هڪڙي دستاني ۾ وڌي، ته متان ٻاهر خراب نه ٿئي. منهنجي رواني ٿيڻ مهل جيڪي ٿي گذريو، تنهن جو هيٺر بيان ڏيڻ اجايو آهي.

هڪ سؤ ڏاند ۽ ڏيڍ سؤ رڍون ڪٺي ٻيڙيءَ ۾ آڏو ڪري ڪنيم. ماني ۽ پاڻي به گهڻو جيترو ڪنيم. رڌل طعام به ايترو ساڻ ڪنيم، جيترو چار سؤ بورچي رڌي ڏيئي سگهيا. ڇهه ڳئون ۽ ٻه ڏاند جيئرا به ڪنيم. ايتريون رڍون ۽ گهٽا به ڪنيم، ته انهن کي پنهنجي ملڪ ڏي نيان. ٻيڙيءَ تي انهن کي کارائڻ لاءِ هڪڙي آنءُ جي ڳوڻ به ڪنيم ۽ وڏو گاهه جو سٿو به ڪنيم.

آءٌ جيڪر خوشيءَ سان اتي جا ڏهه-ٻارهن ماڻهو به کڻان ها، پر شهنشاهه انهيءَ جي بلڪل اجازت نه ڏني. منهنجن کيسن جي چڱيءَ طرح تلاش ته ورتائون، پر مون کان قسم تي انجام به ورتائون ته ماڻهن جي

مرضيءَ ۽ خوشيءَ کان سواءِ کنهن کي به پاڻ سان ڪونه کڻندس.

انهيءَ طرح حتي‌الامڪان سڀ تياري ڪري، سنه ١٧٠١ع جي سپٽمبر مهيني جي چوويهين تاريخ صبح جو ڇهين بجي مهل سڙهه چاڙهي، اتان روانو ٿيس. جڏهن آتر ڏي اٽڪل ٻارهن ميل پنڌ ڪري ويس، تڏهن هوا ڏکڻ-آيرندي جي ٿي، ۽ شام جو ڇهين بجي ڌاري اتر-آلهندي پاسي، ٽن ميلن جي پنڌ تي، هڪڙو ننڍو ٻيٽ ڏسڻ ۾ آيو. مون انهيءَ پاسي اڳيرو هلي ٻيٽ جي ڇڙهين پاسي لنگر ڪٽي لاٿو، جو انهيءَ پاسي ماڻهن جي وسندي ڏسڻ ۾ نٿي آئي.

تنهن کان پوءِ، مالي کاڌي وجهي سمهي پيس. پانيان تو ته تمام ٿورو ته ٻه ڇهه ڪلاڪ ڇگي ننڊ ڪيم، ڇا لاءِ جو جاڳڻ کان پوءِ به ڪلاڪ پوءِ پرهه ڦٽي. رات بلڪل صاف هئي، اڪو جهڙ هو، نڪو واءُ هو. سج اڀرڻ کان اڳي ناشتو ڪيم. پوءِ واءُ سٺو ڏسي، لنگر کڻي، اڳين ڏينهن وانگي ساڳئي طرف ڏي ٻيڙي هلائڻ لڳس. ڪيسي ۾ ننڍڙو قطب نما هوم، انهيءَ مان طرفن جي خبر پئي لڳي پيم. ارادو هوم، ته جي ٿي سگهيو ته وان ڊيمنس لئنڊ جي آتر-آيرندي وارن ٻيٽن مان هڪڙي کي وڃي پهچندس.

اهو سارو ڏينهن مون کي ڪي به ڪين ڏسڻ ۾ آيو، پر ٻئي ڏينهن ٽين بجي ڌاري جڏهن پنهنجي

حساب موجب بليفسڪو کان ستر ڪن ميل ڪري آيو هوس، تڏهن ٻري کان هڪڙو سڙهه ڏکڻ-اڀرندي ڏي وهندو ڏٺم. منهنجو رخ سر اڀرندي هو. مون سڙهه واري جهاز کي هاڪاريو، پر جواب ڪونه مليم. انهيءَ هوندي به ڏٺم ته هوا جي گهٽتائي ٿيڻ ڪري، آءٌ وٽس انهيءَ کي ويجهو پوندو. جيترو مون کان ٿي سگهيو، اوترو وڌڻ لاءِ زور لاتم. اڌ ڪلاڪ کن کان پوءِ هن مون کي ڏٺو، ۽ هڪڙي توپ ڇوڙيائون. انهيءَ تي مون کي جيڪا خوشي ٿي سا ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر آهي، جو آسرو ٿيم ته وري به هڪڙو ڀيرو پنهنجو پيارو وطن ڏسندس ۽ پنهنجن پيارن کي ملندس، جي ڇڏي آيو هوس.

جهاز پنهنجا سڙهه ڍرا ڪيا ۽ آءٌ سيپٽمبر جي ٢٦- تاريخ شام جو ٥ ۽ ٦ بجي جي وچ ۾ وڃي انهيءَ کي پهتس. انهيءَ تي انگلنڊ جون ٻيرقون ڏسي منهنجي دل ٽپا ڏيڻ لڳي. مون پنهنجون ڳئون ۽ رڍون کڻي وڏي ڪوٽ جي کيسي ۾ وڌيون، ۽ پنهنجو ٻيو سامان کڻي جهاز تي چڙهي آيس.

پوءِ جيڪو سفر ڪيم، تنهنجي بيان ڪرڻ سان آءٌ پڙهندڙن کي تڪليف نه ڏيندس. گهڻو ڪري تڪليف ڪانه ٿي، ۽ سنه ١٧٠٢ع جي اپريل مهيني جي ١٣- تاريخ آءٌ ڊائونس ۾ پهتس.

---

# ڀاڱو ٻيو

## براٻڊنگنئگ ڏي درياهي مسافري

## باب پهريون

### ڪئپٽن گليور عجب جهڙن ماڻهن جي وچ ۾ وڃي پيو ٿو

---

موٽي اچڻ کان ٻه مهينا پوءِ، منهنجي قسمت ۽ منهنجي طبيعت وري مون کي ڪنيو ته هلي محنت ۽ بي آراميءَ جي زندگي گذاريان، تنهنڪري مون وري به پنهنجو وطن ڇڏيو ۽ مزي جهڙي جهاز 'ائڊوينچر' نالي ۾ چڙهي روانو ٿيس، جو سورت بندر ڏي وڃڻو هو، ڪيپ آف گڊهوپ تائين ته سفر ڏاڍو سٺو هو. اتي لهي تازو پاڻي کنيوسين. پر جهاز جي تري ۾ هڪڙي سير معلوم ٿي، تنهنڪري سامان لاهي وڌوسين، ۽ سيارو اتي گذاريوسين. ڪپتان بيمار ٿي پيو، تنهنڪوي مارچ جي پڇاڙيءَ کان اڳي، اسين ڪيپ مان روانا ٿي نه سگهياسين.

تنهن کان پوءِ اسين سڌو سنوان ڪري سمنڊ تي نڪتاسين، ۽ جيسين مڊاگاسڪر جو ڪچي سمنڊ لنگهياسين تيسين تمام چڱي مسافري ڪئيسين. پر جڏهن

الهيءَ پيٽ جي آتر ڏي ڏکڻ ويڪرائي ڦاڪ جي پنجن درجن تي اچاسين، تڏهن اپريل جي ١٩ - تاريخ واءُ ڏاڍي زور سان لڳو ۽ ڦيري الهندي جو ٿيڻ لڳو، نه ته هميشه انهن سمنڊن ۾ ڊسمبر جي شروع کان وٺي مئي جي شروع تائين آتر ۽ الهندي جي وچ جو واءُ هڪجهڙو لڳندو آهي. اهو سخت واءُ ويهه ڏينهن ساندهه پئي لڳو، پوءِ ڦري الهندي ۽ ڏکڻ- الهندي ڪنڊ جو ٿيو، ته به اچا زور وارو پئي لڳو.

الهيءَ طوفان ۾، منهنجي حساب موجب، اسين ڏکڻ انڪل ڏيڍ هزار ميل اپرندي ڏي وياسين. جهاز تي جيڪو جهونو ۽ آزمودگار خلاصي هو، سو به ڪين چئي ٿي سگهيو ته اسين دنيا جي ڪهڙي پاسي ۾ آهيون.

سن ١٧٠٣ع جي جون مهيني جي ١٦ - تاريخ هڪڙي چوڪر ڪوهي جي چوٽيءَ تي چڙهي زمين ڏٺي. جڏهن اتي پهتاسين، تڏهن نڪا ندي ڏٺيسين، نڪو چشمو، نڪو ڪن رهندڙن ماڻهن جو نشان ڏٺوسين. تنهنڪري اسان جا ماڻهو سمنڊ جي ويجهو تازي پاڻي کولي لهڻ لاءِ ڪناري تي گهمڻ لڳا. آءٌ وري پئي پاسي پنهنجي مٿنهن ميل کن پنڌ جو ڪري ويس. جوڏاري سڄي لڪي پئي هئي، زمين جبلاڻي هئي. جڏهن ڪا به ٻيو شئي ڏسڻ ۾ نه آئي، ۽ آءٌ به هلي هلي ٿڪس، تڏهن آهستي سمنڊ جي ڪپ ڏي موٽيس.

ساموهون سمنڊ ۾ ڏٺو. اوچتو ڏسان ته اسان جا سڀ
ماڻهو ڀڄندا ٻيڙين ۾ چڙهي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ
جهاز ۾ پيا وڃن.

مون گهڻا ئي سڏ ڪيا پر هنن نه ٻڌا. اوچتو ڏٺم
ته هڪڙو وڏو جانور سندن پٺيان سمنڊ ۾ ۾ تکو
ڪاهيندو ٿو وڃي. گوڏن تائين پاڻيءَ ۾ وڏيون
ٻرانگهون ڀريندو ويو. پر اسان جا ماڻهو هن کان
ڏيڍ ميل - ٻه ميل اڳي هئا. اتي سمنڊ ۾ تکين چوٽين
وارا ٽڪر گهڻا هئا، تنهنڪري اهو راڪاس جهاز
تائين پهچي نه سگهيو.

اها ڳالهه مون پوءِ ٻڌي، ڇا لاءِ جو آءٌ انهن
کي ڏسڻ جي لاءِ اتي وڌيڪ ترسي نه سگهيس. پر
جنهن رستي سان آيو هوس، تنهن سان تمام تکو
ڊوڙيس، ۽ پوءِ هڪڙي اڀ-ڪپري ڏکريءَ تي
چڙهي آسپاس ملڪ نهارڻ لڳس. ڏٺم ته چوڌاري آبادي
ٺيل آهي، پر اتي جو گاهه ڏسي مون کي ڏاڍي
حيراني لڳي ويئي، جو اهو اٽڪل ويهه فوٽ ڊگهو هو.

آءٌ هڪڙي وڏي سڙڪ تي اچي پيس، مگر حقيقت
ڪري اهو اتي جي رهاڪن لاءِ فقط هڪڙو پيچرو
هو. اهو جَوَن جي پٽيءَ ڏي ٿي ويو. انهيءَ سان
ڪجهه پنڌ تائين هليس، پر پنهنجي پاسي کي به ڏسي نه
سگهيس، ڇا لاءِ جو فصل تيار هو ۽ اَنّ جي پوک
تمام ٿورو ته ٻه چاليهه فوٽ وڏي هئي. انهيءَ پٽيءَ

جي پڇاڙيءَ تائين وڃڻ ۾ ٻه موڻ کي ڪلاڪ لڳي ويو. جيڪو لوڙهو انهيءَ کي چوڌاري آيل هو، سو ٻه انڪل سوا سؤ فوٽ وڏو هو. وڻ ته ايڏا وڏا هئا، جو آءٌ انهيءَ جي اوچائي معلوم ڪري نه سگهيس.

انهيءَ ٻنيءَ ڪان ٻيءَ لاڳيتي ٻنيءَ ۾ وڃڻ لاءِ وچ ۾ هڪڙو وڏو پهڻ لنگهي، انهيءَ بند جهڙي ٻني جي چونيءَ تي ماڻهو وڃي ني سگهيو. انهيءَ بند تي چڙهڻ منهنجي لاءِ تمام مشڪل هو، ڇا لاءِ جو هرهڪ ڏاڪو ڇهه فوٽ مٿي هو ۽ مٿيون پهڻ انڪل ويهه فوٽ اوچو هو. موڻ مٿو ٻني هنيو ته انهيءَ لوڙهي ۾ ڪو گُڙڪو يا وني هجي ته انهيءَ مان لنگهي وڃان، ته اوچتو هڪڙو ماڻهو، اتي جو رهاڪو، پاسي واريءَ ٻنيءَ ۾ ڏٺم، جو بند ڏي ٿي آيو. ايڏو وڏو هو، جهڙو اهو هو، جو سمنڊ ۾ اسان جي جهاز جي پٺيان پيو هو.

اهو ديول جي مناري جيڏو ڏگهو هو، ۽ هرهڪ ورالکهه انڪل ڏهن يارڏن جي هيس. انهيءَ کي ڏسي موڻ کي ڏاڍو ڏپ ۽ عجب لڳو، ۽ پاڻ کي ان جي ٻوڪ ۾ لڪائڻ لاءِ انهيءَ پاسي پيس. اتان لڪي ڏٺم ته هو بند تي چڙهي سڄي هٿ پاسي واريءَ ٻنيءَ ڏي مڙي پيو نهاري. هن اهڙي وڏي آواز سان سڏ ڪيو، جو بگل جي آواز کان گهڻو ڳرو هو. ۽ انهيءَ جو پڙلاءُ هوا ۾ ايڏو وڏو ٿيو، جو موڻ

سمجهيو ته آپ ٽو ڪجي. انهيءَ آواز تي هن جهڙا ست ٻيا راڪاس وٽس اچي نڪتا. هٿن ۾ ڏاٽا هئن. هر هڪ ڏاٽو اسان جي ڇهن ڏاٽن جيڏو هو.

انهن پوڻين ماڻهن کي هن پهرئين ماڻهوءَ جهڙا ڪپڙا نه هئا. اهي هن پهرئين جا نوڪر يا پورهيت ٿي ڏٺا، ڇا لاءِ جو هن جي ڪي ڳالهائڻ تي هو وري اتي آرُ لڻڻ لڳا، جتي آءٌ لڪو ويٺو هوس. مون کان جيترو ٿي سگهيو اوترو هنن کان پري رهيس، مگر وڏيل ڪانا جي ڪٽي هڪ فوٽ کان پري نه هئا، تن جي وچان آءٌ پاڻ کي ڏاڍيءَ ڏکيائيءَ سان لنگهائي ٿي سگهيس. انهيءَ هوندي به مون اڳتي وڌڻ لاءِ زور لاتو. نيٺ ٻنيءَ ۾ انهيءَ هنڌ آيس، جتي مينهن ۽ واءُ جي ڪري انَ جا ڪانا ڪري ستا ٿي پيا هئا. اتي ته هڪڙي وک به ڪٿي نٿي سگهيس، جو ڪانا اهڙا پاڻ ۾ ڳنڍيا پيا هئا، جو آءٌ انهن منجهان سري نڪري نٿي سگهيس. ۽ جَوَن جي ڪرين سنگن جا ٻُنج اهڙا سخت ۽ چهنبيارا هئا، جو منهنجن ڪپڙن مان لنگهي پٽ ۾ پئي چڀيا.

ساڳئي وقت ۾ مون لڻڻ وارن جو آواز پئي ٻڌو، جي منهنجي پٺيان سؤ يارڊن کان پري نه هئا. آءٌ ڏاڍو ٿڪجي پيو هوس، ۽ نهايت ڏکارو ۽ نا اميد ٿي پيو. ٻنن جي وچ ۾ ليٽي پيس، ۽ اها دعا پئي ڪيم ته اتي منهنجا ڏينهن پورا ٿين. چاتر ته ويچاري ٻوهه

زال ۽ يتيم ٻار الاجي ڪيئن ڪندا. دل ۾ چيم ته ڏاڍي بي عقلي ۽ آڀهرائپ ڪيم، جو پنهنجن سڀني دوستن ۽ مائٽن جي مرضيءَ جي برخلاف هن اسيءَ مسافريءَ تي نڪتس!

اهڙي غمگيني ۽ ملولائيءَ جي حالت ۾ مون کي ليليپٽ ياد پيو، جتي جا ماڻهو مون کي دنيا ۾ هڪڙو نهايت عجيب مخلوق سمجهندا هئا ۽ جتي آءٌ هنن جا سڀ جنگي جهاز هٿ سان ڇڪي وٺندو هوس ۽ اهڙا ٻيا ڪم ڪندو هوس، جي انهيءَ بادشاهت جي تاريخ ۾ هميشه قائم رهندا. مون کي ڏاڍو افسوس ٿيڻ لڳو ته هن قوم ۾ آءٌ اهڙو ننڍڙو شمار ۾ اچان ٿو جهڙو ليليپٽ جو هڪڙو ماڻهو، جيڪو اسان وٽ شمار ۾ اچي.

مون چاتو ته منهنجي لاءِ اها ڳالهه تمام ڀري مصيبت بڻجي ويئي هئي، ڇا لاءِ ته جهڙن انسان قد جي نظر تي زياده جهنگلي ۽ ظالم ٿيندا آهن، تيئن ٻڪ هيم ته هنن ديون يا راڪاس سان جيڪو پريندي مون کي اڪڙيندو، سو مون کي هڪڙو گرنهه مس ڪندو.

مون کي اهڙو ڊپ هو، جو اهڙا خيال گهڻي تائين ڪري نه سگهيس. اوچتو لڻڻ وارن مان هڪڙو منهنجي ليڪن واريءَ جاءِ جي ڏهن ٻارڙن اندر ويجهو آيو. مون کي اهو ڊپ ٿيو ته جي ٻيو قدم کنيائين ته آءٌ سندس پير هيٺان ڇچجي مري پوندس يا سندس

ڏانهن ساڻ وڏي پر اڌ تي پوندس. تنهنڪري وري جڏهن چرڻ جي ڪيائين، تڏهن ڏپ کان موڻ ڏاڍي رڙ ڪئي. تڏهن هن ديو پنهنجو قدم ڪئي ٿلهو ڪيو ۽ ڪجهه تائين پنهنجي هيٺان نهاري نهاري ليٽ مون کي ستل ڏٺائين.

هن ٿوري تائين خيال ڪيو، جيئن ته ڪو ڪنهن ڪيئن ها جيت ولندي سنڀال ڪري، ته متان رهندو ڪاٽي يا چڪ هڻي. ليٽ هن موڻ کي پٺيان چيلهه کان جهلي ساڻ کنيو ۽ اکين کان ٽن ٻاردن تي آنداڻين ته منهنجي شڪل چٽائي ڏسي. سون هن جو مطلب سمجهيو، خوش قسمتي جي ڪري مون کي انهي مهل اهڙي همت آئي، جو مون ارادو ڪيو ته جيئن هو مون کي هوا ۾ کنيو بيٺو هو، تيئن ذرو به نه چران ته متان هن جي آڱرين مان ترڪي ڪيري پوان، جيتوڻيڪ هن جي چوٽي جي زور ڪري منهنجا پاسا ٽٽي ڏکيا.

مون رڳو ايترو ڪيو، جو اکيون ڪٽي سج ڏي کيم، ۽ هٿ ٻڌي ڏاڍي ڏکاري آواز ساڻ پنهنجي حال وڻاڻ ڪو عرض ڪيم. ڇا لاءِ جو مون کي ڏپ هو ته اجهو ٿو مون کي زمين تي اڇلائي، جيئن اسين ڪنهن ڪرهت جهڙي ڪيئين کي ناس ڪرڻ جي ارادي ساڻ ڪندا آهيون. پر منهنجا نصيب چڱا هئا، جو هن کي منهنجو آواز ۽ منهنجا اشارا وڻي ويا ۽ هو مون کي عجب جهڙو جيت سمجهڻ لڳو، ۽

منهنجي ڳالهائڻ تي حيرت لڳس، جيتوڻيڪ هو سمجهي نہ سگهيو.

انهيءَ وچ ۾ آءٌ سڏڪن ڀرڻ ۽ هنجڻ هارڻ کان رهي نہ سگهيس ۽ مٿو ٻاسن ڏي لاڙيم تہ هن کي خبر پوي تہ سندس آڱوٺي ۽ آڱر جي زور ڪري مون کي ايذاءُ ٿو رسي. ڀانئجي ٿو تہ هن منهنجو مطلب پروڙيو، ڇا لاءِ جو پنهنجي ڪوٽ جو پلؤ ڪڍي، مون کي آهستي لاهي، انهيءَ ۾ رکيائين. ۽ هڪدم ڊوڙي پنهنجي ڌڻيءَ وٽ ويو، جو زميندار هو، ۽ اهو ساڳيو شخص هو، جنهن کي مون پهريندي پنيءَ ۾ ڏٺو هو.

هن جي ڳالهائڻ مان مون سمجهيو تہ زميندار پنهنجي نوڪر جو بيان ٻڌي هڪڙو ڪک کنيو، جو لٺ جيڏو هو، ۽ انهيءَ سان منهنجي ڪوٽ جا پلؤ کڻي ڏٺائين. ڀانيائين تہ اهو بہ ڪو منهنجي بت جو قدرتي پوش آهي. هن ڦوڪ ڏيئي منهنجا وار پاسي ڪيا انهيءَ لاءِ تہ منهنجو منهن چٽائي ڏسي. هن پنهنجي ماڻهن کي پاڻ وٽ سڏي پڇيو تہ "اوهان ڪو هن جهڙو جيت هنن پٽن ۾ ڪڏهن ڏٺو؟"

پوءِ هن مون کي آرام سان زمين تي کڻي اونڌو رکيو، پر آءٌ جهٽ ۾ اٿي ويٺس، ۽ آهستي هيڏي هوڏي هلڻ لڳس، تہ ڀلي هنن کي خبر پوي تہ آءٌ ڀڄڻ وارو نہ آهيان. هو سڀ چوڌاري مون کي حلقو

هٿي ويهي رهيا، انهيءَ لاءِ ته چٽائي ڏسن ته آءٌ ڇا ٿو ڪريان. مون پنهنجي ٽوپي لاهي ڪنڌ جهڪائي زميندار کي سلام ڪيو، ۽ گوڏن ڀر ويهي ۽ اکيون مٿي ڪري تمام وڏي سڏ کي سان ڳالهايم ۽ پنهنجي کيسي مان سون جي مهرن جو ٿيلهون ڪڍي نياز سان لڏرانو ڪري هن جي اڳيان رکيم.

هن اهو پنهنجي ترريءَ تي ورتو ۽ اکين جي اڳيان جهلي ڏٺائين ته ڪهڙي شئي آهي، پوءِ پنهنجي آستين مان هڪڙي ڪانڊي ڪڍي انهيءَ سان ڪيترائي ڀيرا انهيءَ کي اٿلايائين، پر سمجهائي نه سگهيو ته ڇا آهي. تڏهن مون اشاري سان چيس ته پنهنجو هٿ زمين تي رکي. هن ائين ڪيو، ۽ مون ٿيلهونءَ مان سڀ مهرون هن جي ترريءَ ۾ هاري وڌيون. ڇهه اسپين جون مهرون ۽ ويهه يا ٽيهه ننڍا سڪا هئا. مون ڏٺو ته هن پنهنجي چيچ جي چوٽي زبان تي پُسائي هڪڙي مهر کڻي ورتي، پوءِ وري ٻي کنيائين. پر انهن مان معلوم ٿيو ته هن کي خبر نه پئي پيئي ته اهي ڇا آهن. هن مون کي اشارو ڪري چيو ته "اهي وري ٿيلهونءَ ۾ وجهه." انهيءَ ڪري ٿيلهون وري پنهنجي کيسي ۾ وڌم، جو هن کي اهو ڪيترائي ڀيرا آڇيم پر هن وٺڻ جو خيال نه ڏيکاريو.

ايتري مان زميندار کي پڪ ٿي ته آءٌ سمجهه وارو جانور آهيان. هن گهڻا ئي ڀيرا مون سان ڳالهايو. پر

هن جو آواز پاڻيءَ جي ڇڪيءَ جي آواز وانگي منهنجن ڪنن کي چيريندو ويو. انهيءَ هوندي به هن جا لفظ چٽا پڌرا ٿي آيا. مون ڪيترن ئي ٻولين ۾ وڏي آواز سان جواب ڏنو ۽ هن ذري ذري پنهنجو ڪن لاتي، مون ڪان ٻن ٻاردن تي آڻي ٿي جهليو، پر اسين هڪٻئي جو مطلب اصلي سمجهي نه سگهياسين.

تنهن کان پوءِ هن پنهنجن نوڪرن کي پنهنجي ڪم تي موڪليو، ۽ کيسي مان رومال ڪڍي ٻيڻو ڪري پنهنجي کٻي هٿ تي ڪٽي وڇايائين، ۽ هٿ ڪٽي پڌيرو زمين تي رکيائين، ۽ اشاري سان مون کي تريءَ تي ويهڻ لاءِ چيائين. هٿ فوٽ کن ٿلهو هو، تنهنڪري آءٌ آسانيءَ سان ٽپ ڏيئي انهيءَ تي چڙهي ويٺس. مون حڪم مڃڻ فرض سمجهيو، ۽ ڪِرڻ جي ڊپ کان سنئون ئي رومال تي سمهي پيس. رومال جي ٻاقي ڀاڱي سان هن وري مون کي مٿي تائين ڍڪي ڇڏيو، ته زياده سلامتي هجي. انهيءَ حال ۾ هو مون کي ڪٽي پنهنجي گهر هليو.

اتي هلي هن پنهنجي زال کي سڏيو، ۽ انهيءَ کي ڪپڙو لاهي منهنجي شڪل ڏيکاريائين. پر هوءَ دانهن ڪري پٺتي ٻيٺي، جيئن انگلنڊ ۾ زالون ڏيڏر يا ڪوريئڙي ڏسڻ تي ڪنديون آهن. انهيءَ هوندي به جڏهن هن منهنجي هلت چلت ڏٺي، ۽ ڏٺائين ته آءٌ ڪيئن سندس مڙس جا اشارا سمجهان ٿو، تڏهن

جلد ئي هوءَ خوش ٿي ۽ درجي بدرجي مون تي تمام مهربان ٿيڻ لڳي.

ٻپهرن جو، هڪڙو نوڪر ماني کڻي آيو. سادي طعام جي فقط هڪڙي رڪابي هئي، جهڙو هاري ماڻهو کائيندا آهن. اها رڪابي چوويهه فوٽ قطر ۾ هئي. زميندار، سندس زال، ٽي ٻار ۽ هڪڙي سندن ناني سڀئي گڏجي اها کائڻ ويٺا: زميندار مون کي ميز تي ٿورو پرڀرو کڻي رکيو، جو اها زمين کان ٽيهه فوٽ مٿي هئي.

مون کي ڏاڍو ڊپ هو، ۽ ميز جي ڪناري کان جيترو اندر ٿي سگهيو اوترو رڙهي ويس، ته متان ڪري پوان. زال گوشت جو هڪڙو ٽڪر وڍي ذرا ذرا ڪري، انهيءَ ۾ ماني ٽُڪر ڀوري، مانيءَ جي تختي تي رکي، منهنجي اڳيان رکيو. مون نيوڙي کيس سلام ڪري پنهنجي ڇُري ۽ ڪانٽو ڪڍيو ۽ کائڻ لڳس. اهو ڏسي هنن کي ڏاڍو مزو لڳو. زال پنهنجي نوڪرياڻيءَ کي ٻاٽيءَ جي ننڍڙي پيالي آڻڻ لاءِ چيو. اها ٻن گئلن جي ماپ هئي. انهيءَ ۾ هن شراب وڌو.

مون ڏاڍيءَ مشڪلات سان اهو پيالو ٻنهي هٿن ۾ کنيو، ڏاڍي ادب ۽ تعظيم سان انهيءَ مائيءَ کي تندرستيءَ جي دعا ڪري پي ويس. جيڪي چيم سو انگريزيءَ ۾ چيم ۽ وڏي آواز سان چيم، تنهن تي

هو اهڙا تهڪ ڏيئي کلڻ لڳا، جو منهنجا ڪن ٻوڙا ٿيو پئي ويا. شراب سواد ۾ صوفن مان نڪتل شراب جهڙو هو ۽ خراب ڪين ٿي لڳو. تنهن کان پوءِ، زميندار مون کي پنهنجي رڪابيءَ جي پاسي وٽ اچڻ لاءِ چيو. آءٌ حيرانيءَ مان ميز تان پنڌ ڪندو ٿي آيس، ته رستي ۾ مانيءَ جي هڪڙي ٻور تي آنڙجي ٿيس ۽ منهن ڀر وڃي ڦهڪو ڪيم، پر ايذاءُ ڪو نه پهتم.

آءٌ هڪدم اٿي ڏيئي اٿيس. ميز تي ويٺلن ماڻهن کي مون تي قياس آيو، تنهنڪري مون سندن تعظيم لاءِ پنهنجي ٽوپي لاهي ڪڇ ۾ ڪئي ۽ مٿي جي مٿان ڦيرائي ٽي ڀيرا خوشيءَ جو نعرو هنيم، انهيءَ لاءِ ته ڏيکاريان ته ڪيرڻ ڪري مون کي ڪو ايذاءُ نه آيو آهي. پوءِ آءٌ زميندار وٽ هلي ويس، جنهن کي اڳتي آءٌ "پنهنجو ڌڻي" سڏيندس. سندس ننڍو پٽ، جو سندس پاسي ۾ ويٺل هو ۽ فقط ڏهن ورهين جو ڇوڪر هو، تنهن مون کي ٽنگن کان وٺي کنيو ۽ هوا ۾ ايترو مٿي کڻي جهليائين، جو منهنجو عضوو عضوو پئي ڏڪيو. پر پٽس سندس هٿن مان مون کي کڻي ورتو، ۽ هن کي ڪنڌ تي اهڙو گهوشو هنيائين جو جيڪر يورپي گهوڙن جي لشڪر کي زمين تي ڪيرائي وجهي ها. پوءِ حڪم ڏنائين ته مون کي ميز تان وٺي وڃن.

مون کي ڊپ ٿيو ته متان اهو ڇوڪر مون سان وير رکي، ۽ خبر هيم ته اسان جا ڇوڪر ڄهرڪين، ستهن ۽ ڪتن جي پلولنگلڙن کي حرڪت ڪري ڪيترو نه ايذاءُ پهچائيندا آهن، تنهنڪري گوڏن ڀر ويهي اشاري سان عرض ڪيم ته آءٌ سندس پٽ کان معافي وٺڻ ٿو گهران. پيءُ اها ڳالهه قبول ڪئي ۽ ڇوڪر وري پنهنجيءَ جاءِ تي ويهي رهيو. مون وڃي سندس هٿ چميو. پٺس اهو هٿ وٺي انهيءَ سان آهستي منهنجا پٽا ٺوريا.

ماني کائيندي منهنجي ڌياڻيءَ جي هريل ٻلي ٽپ ڏيئي سندس جهوليءَ ۾ ويهي رهي. انهيءَ وقت مون کي پٺيان اهڙو آواز پئي آيو جهڙو ڏهه-ٻارهن جوراب آڻندڙ ڪلن سان ڪندا آهن. جڏهن مٿو ورائي ڏٺم، تڏهن معلوم ٿيم ته ٻلي ٿي اهو پيار جو آواز ڪري. ٻلي به قد ۾ ٽن ڏڳن جيڏي هئي، جو انهيءَ جي مٿي ۽ چنبن مان مون کي اٽين پئي معلوم ٿيو. سندس ڌياڻيءَ کيس ويٺي کارايو ۽ ٺپريو پئي. ٻليءَ جي خوفناڪ شڪل ته مون کي ڏاڍو بيچاري ڇڏيو، جيتوڻيڪ آءٌ ميز جي پرانهينءَ ڪنڊ تي هوس ۽ اٽڪل پنجاهه فوٽ پري هوس. جيتوڻيڪ مائي انهيءَ کي قابو جهليو ويٺي هئي، ته به مون کي ڊپ هو ته متان ٽپ ڏيئي، مون کي پنهنجن چنبن ۾ جهلي پر حقيقت ڪري ڪوبه ڊپ جو سبب ڪونه هو، ڇالاءِ جو ٻليءَ مون ڏي ڪوبه خيال ڪونه ڪيو ۽ منهنجي

ڏٺيءَ مون کي الهيءَ کان ڦِن پارڊن جي اندر ڪٺي رکيو.

مون به پنهنجو ڊپ ظاهر نه ڪيو، جو هميشه پڌو هوم ۽ سفر ڪندي آزمودي مان معلوم ڪيو هوم ته ڪنهن خوفناڪ جانور جي اڳيان پٺڻ يا ڊپ ڏيکارڻ ڪري اهو هنيان ڪاهي پوندو آهي.

آءٌ همت جهلي پليءَ جي بنهه مٿي جي اڳيان پنج ڇهه پيرا هليس ۽ ڪيس اڌ پارڊ تي به ويجهو ويس.... ته هوءَ هٽي هٽي ٿي، ڄڻ ته مون کان ڊڄي ٿي. ٽي چار ڪتا به اندر جاءِ ۾ گهڙي آيا، جي اڪثر زميندارن جي گهرن ۾ ٿيندا آهن، پر انهن جو مون کي اهڙو ڊپ نه ٿيو. هڪڙو ته وڏو ڄڻ هاٿين جي قد جيڏو هو ۽ پهو الهيءَ کان ڊگهو هو، ليڪن وڏو نه هو.

جڏهن ماني بس ٿيڻ تي آئي، تڏهن دائي هڪڙو ننڍڙو ورهيه ڪن جو ٻار ڪڇ تي کڻي آئي. انهيءَ مون کي ڏسي هڪدم رڙ ڪئي، جو پانيائين ته آءٌ ڪا راند جي شيءِ آهيان، سا وٺي – جيئن اڪثر ننڍڙا ٻار ڪندا آهن. اها رڙ هئي، جا ”لنڊن جي پُل“ کان وٺي ”چيلسيءَ“ تائين جهڪر پڌڻ ۾ اچي. ماڻهن مون کي کڻي هن جي اڳيان رکيو ۽ هن هڪدم کڻي مون کي چيلهه کان ورتو ۽ مٿو کڻي وات ۾ وڌائين. تنهن تي مون هانءَ ڦانيون اهڙيون ڏاڍيون ڪيون، جو ٻارڙو ڊڄي ويو ۽ مون کي کڻي ڇڏيائين. جي ماڻس اڳ جي ڪهڙي سان مون کي نه جهلي

وٺي ها، تہ منهنجو ڪنڌ ٻي پاسي ڀوي ها. ڏائي ٻار کي ماٺ ڪرائڻ لاءِ هڪڙو جهنجهڻو ڪڍڪايو، جو هڪڙو ڀورو ٿانءُ وڏن پهڻن سان ڀريل هو ۽ هڪڙو وڏو لوڙ، جنهن جو هڪڙو پاسو انهيءَ ۾ ٻڌل هو، تنهن جو ٻيو پاسو ٻار جي چيلهہ سان ٻڌو پيو هو.

جڏهن ماني پوري ٿيڻ تي آئي، تڏهن منهنجو ڌڻي ٻاهر نڪري مزورن ڏي ويو، ۽ سندس آواز ۽ اشارن مان معلوم ڪيم تہ زال کي منهنجي نظرداريءَ جو سخت تاڪيد ڪيائين. آءٌ ڏاڍو ٿڪو هوس ۽ ننڊ ٿي آيم. منهنجي ڌياڻيءَ اهو حال ڏسي، مون کي پنهنجي هنڌ تي کٽي رکيو ۽ هڪڙو صاف اڇو رومال منهنجي مٿان وجهي ڇڏيائين، پر اهو اسان جي مکيہ سڙهہ کان بہ وڏو ۽ ٿلهو هو.

آءٌ اٽڪل ٻہ ڪلاڪ ستو پيو هوس ۽ خواب پئي لڌم تہ گهر پنهنجي زال ۽ ٻارن سان ويٺو آهيان. جڏهن جاڳيس، تڏهن انهيءَ ڪري ڏک ٿيم، جو پاڻ کي هيڏيءَ ساريءَ جاءِ ۾ اڪيلو ڏٺم، جا ٻہ-ٽي سؤ ٻارڊ ڪشادي ۽ ٻہ سؤ ٻارڊ مٿي هئي. رکيو هنڌ ٿي ويهہ ٻارڊ ويڪرو هو. منهنجي ڌياڻي گهر جي ڪم ڪار پئي ويئي هئي ۽ مون کي جاءِ ۾ ڪلف ڏيئي بند ڪري ويئي هئي. هنڌ زمين کان آٺ ٻارڊ مٿي هو. آءٌ هنڌ ۾ پيو هوس تہ ٻہ ڪئا پردن مان

سري چڙهي آيا ۽ سنگهندا هيڏي هوڏي هنڌ تي ڊوڙڻ لڳا.

انهن ماڻ هڪڙو ته منهنجي سنهن وٽ آيو ۽ آءٌ ڊپ کان ٿيپ ڏيئي اٿيس. اهي خوفناڪ جانور مون تي پنهي پاسن کان ڪاهي آيا، ۽ هڪڙي ته پنهنجا اڳيان پير منهنجي ڳچيءَ تي آڻي رکيا، پر آءٌ ڇڱي نصيب وارو هوس جو هٿي ماري رکيوماس ۽ هو مون کي ڪو نقصان پهچائي نه سگهيو. هو منهنجن پيرن وٽ ڪري پيو، ۽ ٻيو پنهنجي سنگتيءَ جو حال ڏسي آئي ڀڳو، پر ڀڄندي به پٺن تي اهڙو ڌڪ هنيوماس جو رت ڙمائيندو هليو ويو.

الهيءَ کان پوءِ ساهه کڻڻ ۽ سامت ۾ اچڻ لاءِ هنڌ تي ويهي پسار ڪرڻ لڳس. اهي ڪئا قد ۾ وڏي ڪتي جيڏا هئا، مگر انهن کان زياده چالاڪ ۽ خوفناڪ هئا. جيڪڏهن آءٌ ٿڌو لاهي سمهي پوان ها، ته جيڪر مون کي ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪري ڳڙڪائي وڃن ها. مئل ڪئي جو پڇ مون ماپيو ته پڻ ٻارڻ ڊگهو ٿيو، فقط هڪڙو انچ گهٽ ٿيو. اهو مون هنڌ تان ڇڪي اڇلائي ڇڏڻ نه گهريو، اتي ئي پيو هو ۽ رت پئي وهيس. مون ڏٺو ته اڃا ساهه اٿس، تنهنڪري ڳچيءَ تي زور سان ڌڪ هڻي اصل ماري ڇڏيوماس.

سگهو ئي پوءِ منهنجي ڌيائي جاءِ ۾ آئي ۽ مون کي رت ۾ پريل ڏسي ڊوڙي اچي پنهنجي هٿ ۾ کنيائين.

مون کيس مٿئين ڪُٽي ڏانهن اشارو ڪيو ۽ ٻين اشارن سان سمجهايومانس ته مون کي ايذاءُ نه پهتو آهي. تنهن تي هوءَ ڏاڍي خوش ٿي. نوڪرياڻيءَ کي سڏي چيائين ته "مٿين ڪُتو ڇمڻي سان کڻي، دريءَ کان ٻاهر اڇلائي ڇڏ." پوءِ پاڻ مون کي کڻي ميز تي رکيائين. جتي مون هن کي پنهنجي ترار رت سان ڀريل ڏيکاري، ۽ پنهنجي ڪوٽ جي دامن سان اُگهي، وري کپ ۾ وجهي ڇڏيم.

---

# باب ڇهون

## گليور جي ڪري زميندار کي بخت لڳي ٿو

منهنجي ڌياڻيءَ کي نون ورهين جي ڌيءُ هئي، جا پنهنجي عمر جي ڪري ڏاڍي ڪٽڻ واري هئي، ۽ سڀني جي ڪم ۾ هوشيار هئي ۽ ننڍڙي ٻار جي ڪپڙن ڍڪائڻ ۾ به چالاڪ هئي. انهيءَ ٻارڙي جو پينگهو انهيءَ ڇوڪري ۽ سندس ماءُ منهنجي رات جي سمهڻ لاءِ ٺاهي تيار ڪري ڇڏيو. پينگهو ڪٻٽ جي ڪنڊي خاني ۾ ڪٿي رکيائون، ۽ اهو خانو هڪڙي لڙڪندڙ جاري تي رکيائون، انهيءَ ڊپ کان تہ متان مون کي ڪٿا نقصان پهچائين. جيسين آءٌ انهن ماڻهن وٽ هوس، تيسين اهو منهنجو هنڌ هو، جيتوڻيڪ وقت بوقت جيئن جيئن آءٌ هنن جي ٻولي سکندو ويس ۽ منهنجي گهرجن جي هنن کي خبر پوندي وئي، تيئن تيئن هو انهيءَ کي سڌاريندا زياده آسائش جهڙو ڪندا ويا.

اها ڇوڪري ٻولي سيکارڻ لاءِ منهنجي استاد يا ماسترياڻي هئي. جڏهن آءٌ ڪا شئي ڏيکاريندو هوس، تڏهن هوءَ انهيءَ جو نالو پنهنجي ٻوليءَ ۾ ٻڌائيندي هئي. انهيءَ طرح ٿورن ئي ڏينهن ۾ جيڪي وڻندو هو، سو گهري وٺي سگهندو هوس. هوءَ ڏاڍي چڱي طبيعت

جي هوندي هئي، ۽ عمر جي ننڍائيءَ کري قد ۾ چاليهن فوٽن کان مٿي نہ هوندي هئي. هن مون کي مشينڪن جو نالو ڏنو، يعني ”ننڍڙو ماڻهو“. هن ڏي جي کري آءٌ انهيءَ ملڪ ۾ صحيح سلامت رهي سگهيس، ۽ جيسين اتي هوس تيسين هن کان ڌار نہ ٿيس. آءٌ هن کي ”گلمڊال ڪلچ“ يعني ”ننڍڙي دائي“ سڏيندو هوس. جيڪا محبت هوءَ مون کي ڏيکاريندي هئي، ۽ جنهن جي عيوض ڏيڻ لاءِ وس پڄندي منهنجي دل ۾ خواهش هوندي هئي، تنهن جو جي آءٌ تعريف جهڙو ذڪر نہ ڪريان، تہ جيڪر نا احسانمند ليکجان، پر مون کي ڀو آهي تہ ناحق منهنجي ڪري هن تي بي آبروئيءَ جهڙو الزام آيو.

اتي آسپاس معلوم ٿيڻ لڳو تہ منهنجي ڌڻيءَ ٻنيءَ ۾ هڪڙو عجيب جانور لڌو آهي، جو شڪل ۾ بلڪل ماڻهوءَ جهڙو آهي ۽ انهيءَ وانگي هلي چلي ٿو. هو ڳالهائي بہ پنهنجي ننڍڙيءَ ٻوليءَ ۾ ٿو ۽ سندس ڪي لفظ بہ اڳي ياد ڪيا اٿس، هلي ٻن ٽنگن تي آيو ٿو، هريل ۽ نرم طبيعت وارو آهي، سڏ تي هليو اچي، جيڪي چنجيس ٿو سو ڪري ٿو، عضوا تمام چڱا اٿس ۽ منهن جو رنگ ڪنهن امير ماڻهوءَ جي ٽن ورهين جي ڌيءَ کان بہ وڌيڪ ڪورو اٿس.

ٻيو هڪڙو زميندار، جو نزديڪ ۾ رهندو هو ۽ منهنجي ڌڻيءَ جو ڳهاٽو يار هو، سو ملاقات جي

لاءِ آيو، خاص انهيءَ ڪم واسطي ته انهيءَ ڳالهه جي تحقيقات ڪري. هڪدم مون کي آڻي ميز تي رکيائون. اتي جيئن مون کي حڪم ڏنائون، تيئن عليس: پنهنجي ترار ڪڍيم، وري کپ ۾ وڌيم، مهمان کي سلام ڪيم، سندس ٻوليءَ ۾ خيرعافيت پڇيمانس، ۽ جيئن منهنجي ننڍڙيءَ دائيءَ مون کي سيکاريو هو، تيئن چيومانس ته "ڀلي ڪري آيو."

اهو شخص جو ٻڍو ۽ ڪم نظر هو، تنهن مون کي چٽيءَ طرح ڏسڻ لاءِ عينڪ وڌي. تنهن تي آءٌ ڏاڍو کليس، ڇا لاءِ جو هن جون اکيون اهڙيون ٿي ڏسڻ ۾ آيون، جهڙيون چوڏهينءَ جي چنڊ جو ٻن درين کان جاءِ ۾ چمڪندو آهي. گهر جي ڀاتين، جو منهنجي کل ۽ خوشيءَ جو سبب معلوم ڪيو، سي به مون سان گڏ کلڻ لڳا. تنهن تي اهو ٻڍو بي‌عقلي ڪري ڪاوڙيو. هو ڏاڍو ڪنجوس مشهور هو، ۽ هو به برابر اهڙو، ڇا لاءِ جو منهنجي بدنصيبيءَ ڪري هن منهنجي ڌڻيءَ کي صلاح ڏني ته ڀاسي وارو شهر، جو اسان جي گهر کان اٽڪل ٻاويهه ميل هو ۽ ڪلاڪ کن گهوڙي جو پنڌ هو، ۽ جتي ميلو لڳندو هو، اتي انهيءَ ڏينهن خلق جي اڳيان مون کي ڏيکاري پئسا گڏ ڪري.

مون کي شڪ پيو ته هو ڪا حرڪت ٿا سٽين، جو منهنجي ڌڻيءَ ۽ سندس دوست ڪجھ تائين سُس ڦُس

ٻئي ڪئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن مون ڏي ٻه ٻئي اشارا ڪيائون. ڏيپ جي ڪري مون ڀانيو ته مون هنن جي ٻولي سمجهي هئي. پر ٻئي ڏينهن منهنجي ننڍڙي دائي، گلمڊال ڪلچ، مون کي سچي ڳالهه ٻڌائي، جا هن انڪل ڪري پنهنجي ماءُ کان ٻڌي هئي. ويچاريءَ مون کي ڪٺي پنهنجي ڇاتيءَ تي رکيو ۽ شرم ۽ ڏک کان روئڻ لڳي. هن کي اهو ڏيپ هو ته عام خلق مون کي ڇيهو ماري وجهندي، يا هٿن ۽ ڪٺي ڪو عضوو ڀڃي وجهندي.

هن کي اها خبر هئي ته آءٌ طبيعت جي ڪري لچارو آهيان ۽ پنهنجي عزت آبروءَ جي مون کي گهڻي ڳڻتي ٿي رهي ۽ تنهنڪري پئسن جي لاءِ خسيس ماڻهن جي اڳيان تماشي جي واسطي رکجڻ مون کي پسند نه ايندو. هن چيو ته "منهنجي ماءُ ۽ پيءُ انجام ڪيو آهي ته 'هي ننڍڙو ماڻهو تنهنجو آهي.' پر هاڻ آءٌ ڏسان ٿي ته جهڙي پرسال مون سان ڪئي هئائون، تيئن هيل به ڪرڻ ٿا گهرن. پر سال انجام ڪيائون ته هڪڙو ڇيلو توکي ڏينداسين، پر جڏهن اهو سچي ٿلهو ٿيو، تڏهن ڪاسائيءَ کي وڪڻي ڏيئي ڇڏيائون."

پنهنجي لاءِ آءٌ هڪ سان ٿو چوان ته منهنجي دائيءَ کي ڳڻتي هئي، پر مون کي ڪانه هئي. مون کي پڪي اميد هئي ته هڪڙي ڏينهن آءٌ آزاد ٿيندس، ۽ انهيءَ اميد مون کي اصل نه ڇڏيو.

منهنجو ڏٽي پنهنجي دوست جي چٺي لڳي، ميلي واري ڏينهن، مون کي هڪڙي پيٽيءَ ۾ بند ڪري، ٻاهي واري شهر ۾ کڻي هليو، ۽ پنهنجي پٺيان پنهنجي ڌيءَ به چاڙهي هليو، جا منهنجي داڻي هئي. پيٽي چوڌاري بند هئي. منجهس فقط ڪي ٿورا سوراخ هئا. چوڪريءَ ايتري به خبرداري ڪئي هئي، جو پنهنجي رضائي اندر لنگهائي ڇڏي هئائين ته انهيءَ تي آءٌ سٿو پيو هجان.

انهيءَ هوندي به انهيءَ مسافريءَ ۾ مون کي ڏاڍا لوڏا آيا ۽ تڪليف رسي. جيتوڻيڪ وقت فقط اڌ ڪلاڪ لڳو، ڇا لاءِ جو گهوڙي جو هرهڪ قدم اٽڪل چاليهه فوٽ هو، ۽ اهڙو تڪڙو ٿي هليو، جهڙو ڪو جهاز وڏي طوفان ۾ هيٺ مٿي ٿيندو آهي.... پاڻ انهيءَ کان زياده جلد جلد اهڙو لوڏو ٿي آيو. منهنجو ڏٽي ٻهرين هڪڙيءَ مهمانسراءِ ۾ لٿو، جتي هو هميشه ايندو هو

سراءِ جي مالڪ سان ٿورو وقت صلاح ڪري، ۽ ضروري تياري ڪري، هن هڪڙو پڙهي ڏيڻ وارو همٿ ڪيو، ۽ انهيءَ کي حڪم ڏنائين ته شهر ۾ ڍنڍورو ڪرائي ته وڏي باز جي نشان واريءَ سراءِ ۾ هڪڙو عجيب جانور ڏسي سگهجي ٿو، 'سپلڪنڪ' جيڏو به ڪين آهي ۽ ڪي لفظ ڳالهائي به ٿو ۽ سوين مزي جهڙا ناٽ ڪري سگهي ٿو. سپلڪنڪ

جيڏو به ڪين آهي ۽ ڪي لفظ ڳالهائي به ٿو ۽ سوين مزي جهڙا ناٽ ڪري سگهي ٿو. سپلڪنڪ

انهيءَ ملڪ ۾ هڪڙو خوبصورت جانور آهي، جو انگل ڇهه نوٽ قد ۾ آهي ۽ ٻت جا سڀ عضوا ماڻهوءَ جهڙا ٿا ڏينس.

سراءِ ۾ جيڪا وڏي جاءِ هئي، تنهن ۾ مون کي ڪٽي هڪڙيءَ ميز تي رکيائون. اها ميز اٽڪل ٽي سؤ نوٽ چورس هئي. منهنجي ننڍڙي دائي ميز جي ڀاسي ۾ هڪڙي اسٽول يا صندليءَ تي چڙهي ويهي رهي، انهيءَ لاءِ تہ منهنجي سنڀال ڪري ۽ مون کي سمجھائي تہ ڇا ڪريان. منهنجي ڌڻيءَ گوڙ بند ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو تہ دفعي دفعي ۾ فقط ڏيهہ ماڻهو منهنجي ڏسڻ لاءِ اچن. ڇوڪريءَ جي چوڻ پٺيان آءٌ ميز تي هليس ٿي. هن مون کان ڪي سوال ٿي پڇيا، اهڙن لفظن ۾ جي هن ڄاتا ٿي تہ منهنجي سمجھہ ۾ ايندا، ۽ مون انهن جا تمام وڏي آواز سان جواب ڏنا ٿي.

آءٌ ڪيترا ئي ڀيرا ماڻهن ڏي منهن ڪري ٿي ويٺس. هنن کي سلام ٿي ڪيم، چيوسان ٿي تہ ”ڀلي ڪري آيئو“، ۽ ٻيو جيڪي مون کي سيکاريو هئائون سو ٿي چيم. گلمڊالڪلچ مون کي هڪڙو انگشتان پاڻي پيئڻ لاءِ پيالو ڪري ڏنو هو، سو مون ڪيڏي ڀاڻيءَ سان پريو، ۽ ماڻهن کي دعا ڪري اهو ٿي پيتم. پنهنجي ترار ڪڍي ٿي هوا ۾ لوڏيم، جيئن انگلنڊ ۾ ڀلٽي ڪرڻ وارا ڪندا آهن.

منهنجي دائيءَ مون کي ڪک جو ٽڪر ڏنو جو مون پالو ڪري ڪم آندو ۽ انهيءَ سان راند ڪري ڏيکاريم، جا مون لنڊي هوندي سکي هئي. انهيءَ ڏينهن ماڻهن جي ٻارهن دفعن مون کي اچي ڏنو ۽ اوتراڻي دفعا مون کي ساڳيا ئي ڪم وري وري ڪرڻا پيا. انهيءَ ڪري آءٌ ڏاڍو بيزار ٿيس ۽ ٿڪجي پيس. جن ماڻهن مون کي ڏٺو هو، تن اهڙيون عجيب غريب ڳالهيون وڃي پين سان ڪيون، جو ماڻهن در پيچي ۾ اندر اچڻ ٿي گهريو.

منهنجي ڌڻيءَ پنهنجي فائدي لاءِ، منهنجي دائيءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي ٿي ڇڏيو تہ مون کي هٿ لائي، ۽ منهنجي چوڌاري ميز تي ٿوري پنڌ تي بينچ رکي ويا، تہ متان ڪو هٿ ڊگهيري مون کي وٺي يا ڪو پيو نقصان پهچائي. انهيءَ هوندي بہ هڪڙي ڪمبخت اسڪول جي ڇوڪر هڪڙي سوپاري منهنجي مٿي تي اڇلائي هئي، جا ذري گهٽ مون کي لڳي هئي. اها اهڙي زور سان آئي، جو جي لڳي ها تہ منهنجو ميڄالو ئي ڪڍي رکي ها، ڇا لاءِ اها ايڏي وڏي هئي جيڏو ننڍو ڪدو ٿئي. پر آءٌ ڏاڍو خوش ٿيس، جو انهي بدمعاش کي خوب مار ڏنائون ۽ جاءِ مان هڪالي ڪڍي ڇڏيائون.

منهنجي ڌڻيءَ عام اشتهار ڪيو تہ وري ايندڙ ٻئي ميلي تي مون کي ڏيکاريندو. انهيءَ وچ ۾ هن منهنجي

ڪٽڻ لاءِ پيو بندوبست ڪيو، جو فائدي جي نظر تي هن خوشيءَ سان ڪيو. پهريئن ته مسافري ڪري ۽ اٺ ڪلاڪ سانده تماشي ڪرڻ ڪري، آءٌ اهڙو ٿڪجي پيس، جو پنهنجن ٽنگن تي بيهي يا ڪو اکر ڳالهائي نٿي سگهيس. ٿورن ڏينهن کان پوءِ مس آءٌ سامت ۾ آيس. پر گهر ۾ ٻه ماڻهن مون کي آرام وٺڻ نٿي ڏنو، ڇا لاءِ جو آسپاس سؤ ڪن ميلن جي اندر ڪيترائي سگهر ماڻهو خود منهنجي ڌنيءَ جي گهر منجهه منهنجي ڏسڻ لاءِ آيا.

منهنجي ڌنيءَ ڏٺو ته منهنجي ڪري هن کي گهڻو فائدو ٿيڻو آهي، تنهنڪري هن ارادو ڪيو ته ملڪ جي وڏن وڏن شهرن ۾ مون کي کڻي وڃي. اهڙيءَ ارادي سان وڏي مسافريءَ جي لاءِ سڀ ضروري شيون موجود ڪري، ۽ گهر جي ڪم ڪارين جو پورو بندوبست ڪري، هن زال کان موڪلايو ۽ سنه ١٧٠٣ع جي آگسٽ مهيني جي سترهين تاريخ، يعني، منهنجي اچڻ کان اٽڪل ٻه مهينا پوءِ، اسين گاديءَ جي هنڌ واري شهر ڏي روانا ٿياسين، جو انهيءَ بادشاهت جي وچ ڌاري هو ۽ اسان جي گهر کان اٽڪل ٽي هزار ميل پري هو. منهنجي ڌنيءَ پنهنجي ڌيءَ، گلمڊال ڪلچ، کي پنهنجي پٺيان کڻي چاڙهيو، ۽ هوءَ مون کي پيتيءَ ۾ بند ڪري ۽ پيتي پنهنجي چيلهه سان ٻڌي اڳيان جهوليءَ ۾ رکي اٿي هلي.

منهنجي ڏنيءَ جي مرضي هئي ته رستي تي يا رستي کان پنجاهه يا سؤ ميلن جي اندر جيڪي به شهر هجن، يا جيڪو ڳوٺ هجي، يا ڪنهن سگهڙ ماڻهوءَ جو گهر هجي، جتي پئسي پيدا ٿيڻ جو امڪان هجي، اتي منهنجو تماشو ڏيکاريندو هلي. اسين هلڪيون هلڪيون منزلون ڪندا وياسين. ڏينهن ۾ ستر-اسي ميلن کان وڌيڪ پنڌ نه ڪيوسين، ڇالاءِ جو گلمڊال ڪلچ منهنجي سڪ لاءِ دانهن ڪئي ته گهوڙي جي سواري ڪيس ٿڪايو ٿي وجهي. منهنجي چوڻ تي هن ڪڏهن ڪڏهن مون کي پيتيءَ مان ٻاهر به ڪڍيو ٿي ته هوا کان ۽ ملڪ ڏسان، پر هميشه رسو پاڻ وٽ قابو ٿي رکيائين. رستي ۾ اسان کي ڏهه هفتا لڳي ويا ۽ ارڙهن وڏن شهرن ۾ ۽ ڪيترن ئي ڳوٺن ۽ خانگي ڪٽنبن جي گهرن ۾ منهنجو تماشو ڏيکاريائون.

آڪٽوبر جي ٢٦- تاريخ اسين تختگاهه واري شهر ۾ پهتاسين. منهنجي ڏنيءَ شهر جي مک گهٽيءَ ۾ هڪڙي جاءِ ڀاڙي تي ورتي، جا شاهي محلات کان پري نه هئي، ۽ دستور موجب عام اشتهار پڌرو ڪرايائين، جنهن ۾ منهنجي شڪل شباهت ۽ هنرن جو مفصل بيان ڏنائين. هڪڙي وڏي جاءِ ٽن-چئن سو فوٽن جيڏي ويڪري ڪرايي تي ڪيائين. هڪڙي وڏي ميز، سٺ فوٽ ڪشادي، موجود ڪيائين، جنهن تي مون کي تماشو ڪرڻو هو. ڪناري کان ٽي فوٽ اندر ۽ ٽي فوٽ مٿي، چوڌاري اوٽ ٻڌي ڇڏيائين ته

متان آءٌ ڪري پوان. هر روز مون ڪي ڏهه پيرا ماڻهن جي اکيان پيش ٿي ڪيائون، جنهنڪري ماڻهو ڏاڍا خوش ۽ حيران ٿي ٿيا. ۽ آءٌ هاڻي موچاري بولي ڳالهائي ويندو هوس ۽ جيڪي مون کي چوندا هئا، سو بلڪل چڱيءَ طرح سمجهي ويندو هوس. تنهن کان سواءِ مون هنن جي الف-بي به ياد ڪري ڇڏي هئي، ۽ ڪوشش ڪري ڪنهن جملي جي سمجهاڻي به ڏيئي ويندو هوس.

---

## باب ٽيون

### گليور بادشاهہ جي دربار ۾ وڃي ٿو

ڏهاڙي محنت ۽ هلاڪي ڪرڻ ڪري، ٿورن ئي هفتن ۾ منهنجي تندرستيءَ ۾ گهڻي ڦير گهير پئجي ويئي. منهنجي ڌڻيءَ ڪي جيئن مون منجهان زياده نفعو ٿيندو ويو، تيئن وڌيڪ ڪڍڻ جو حرص ٿي پيس. آءٌ ماني ڪانئي نٿي سگهيس ۽ تنهنڪري گهري ڪنڊا ٿي ويس. جڏهن زميندار اهو حال ڏٺو ۽ ڀپ ٿيس ته متان هي جلد مري وڃي، تڏهن هن ارادو ڪيو ته جيترو وڌيڪ فائدو مون منجهان ڪڍي سگهي اوترو ڪڍي وٺي. انهيءَ طرح هن پنهنجي منهن پئي خيال ڪيا ۽ پور پچايا، ته شاهي دربار مان هڪڙو عهديدار اچي نڪتو، ۽ منهنجي ڌڻيءَ کي منهنجي ڏاڍي حڪم ڏنائين ته "راڻيءَ ۽ سندس بين خدمتگار زالن کي تماشي ڏيکارڻ جي لاءِ هڪدم هن کي ڪٺي هل."

انهن زالن مان ڪي مون کي اڳئي ڏسي ويون هيون. ۽ تن وڃي منهنجي خوبصورتيءَ ۽ هلت چلت ۽ هوشياريءَ جي نسبت ۾ عجيب غريب ڳالهيون ڪيون هيون. راڻي ۽ سندس خدمتگاريون منهنجا ڪم ڏسي

نهايت خوش ٿيون. مون گوڏن ڀر ويهي عرض ڪيو ته مون کي راڻيءَ جي پير چمڻ جي موڪل ملي. پر راڻيءَ مهرباني ڪري پنهنجي چيچ مون ڏي ڪئي. ۽ مون کي ڪڻي ميز تي رکيائون. مون پنهي هٿن سان انهيءَ چيچ کي ڪڻي پاڪر وڌو ۽ انهيءَ جي چوٽي ڏاڍي ادب سان ڪڻي وات تي رکيم. هن مون کان پنهنجي ملڪ بابت ۽ مسافرين بابت هيڏي هوڏي جا سوال پڇيا، جي مون چڱيءَ طرح ۽ مختصر لفظن ۾ ڏنا.

هن مون کان پڇيو ته "تون بادشاهه جي دربار ۾ رهڻ لاءِ راضي آهين؟" مون ڪنڌ جهڪائي ميز جي تختي تي رکيو ۽ نياز سان ورندي ڏنيم ته "آءٌ پنهنجي ڌڻيءَ جو غلام آهيان. پر جي آءٌ پنهنجي وس هجان، ته جيڪر پنهنجي سڄي عمر حضور جي نوڪريءَ ۾ گذاريان ۽ انهيءَ کي پنهنجو فخر سمجهان." تنهن تي راڻيءَ منهنجي ڌڻيءَ کان پڇيو ته "تون هن کي چڱي ملهه تي وڪڻندين؟" منهنجي ڌڻيءَ کي ته اڳيئي ڊپ هو ته هي مهينو به جيئرو نه رهندو، سو منهنجي وڪڻڻ لاءِ هڪدم تيار ٿيو، ۽ هزار سونيون مهرون گهريائين. اهي آتي جو آتي هن کي مليون. هرهڪ مهر قد ۾ الن ستون "سائڊورن" يا پورچوگال جي مونن سڪن جيڏي هئي. پر انهيءَ ملڪ ۾، يورپ جي سڄي شين جي سراسريءَ جي نظر

تي ۽ ھنن ۾ سون جي زيادہ قيمتي ھئڻ جي لظر تي، اھا رقم انگلنڊ ۾ ھزار گنين جي قيمت جيتري مس ھئي.

پوءِ مون راڻيءَ کي عرض ڪيو تہ "ھاڻ جڏھن آءٌ حضور جو غلام ۽ خسيس ٻانھو آھيان، تڏھن مھرباني سان منھنجو ھي عرض قبول ٿئي تہ گلمڊال ڪلچ جنھن مون کي ھيستائين ڏاڍيءَ سنڀال سان پاليو آھي ۽ اھو ڪم ھو چڱيءَ طرح سمجھي ٿي، سا حضور پنھنجي نوڪريءَ ۾ رکي، تہ ھوءَ مون کي سنڀاليندي ۽ سيکاريندي رھي."

راڻي صاحبہ منھنجو عرض قبول ڪيو ۽ آسانيءَ سان زميندار کي قبول ڪرايائين، جو پاڻ خوش ٿيو تہ سندس ڌيءَ کي محلات ۾ نوڪري ملي، ۽ ويچاري ڇوڪري پاڻ تہ خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ نٿي ماپي. منھنجو اڳوڻو ڌڻي مون کان موڪلائي ھليو ويو، ۽ چوندو ويو تہ "مون توکي چڱيءَ نوڪريءَ ۾ چاڙھيو آھي." مون ڪابہ ورندي ڪانہ ڏنيس، ۽ رکو ڪنڌ جھڪائي سلام ڪيومانس.

راڻيءَ منھنجو ناراضپو معلوم ڪري ورتو، ۽ جڏھن زميندار جاءِ مان نڪري ويو، تڏھن مون کان انھيءَ جو سبب پڇيائين. مون دل جھلي چيو تہ "ھن منھنجي اڳوڻي ڌڻيءَ مون سان جيڪو احسان ڪيو آھي، سو فقط اھو تہ جنھن ويچاري مسڪين مخلوق کي اوچتو ٻنيءَ ۾ لڌائين، تنھن کي ماري ھن جو ميڄالو

ڪيڙي نہ وڌائيندي. انهيءَ جو عيوضو هن کي سلي چڪو آهي. جو هن مون کي اڌ بادشاهت ۾ مالهن کي ڏيکاري فائدو ڪيو، ۽ ٻيهاڙيءَ ۾ مون کي چڱي سلهہ تي وڪڻي ڇڏيائين." رانيءَ جي اڳيان جيڪا تقرير مون ڪئي هيڪي ڪئي، تنهن جو مختصر مطلب اهو هو.

رانيءَ مون کي ڳالهائڻ ۾ پڙ هڻڻ جي مجرائي ڏني ۽ انصاف ڪيائين، ۽ هيڙي ننڍڙي جانور ۾ هيترو عقل ۽ هوش ڏسي حيران ٿي. هوءَ مون کي هٿ ۾ کڻي بادشاهہ وٽ ويئي، جو انهيءَ وقت پنهنجي ڪمري ۾ هو. بادشاهہ پرينديءَ منهنجي شڪل پوريءَ طرح نہ ڏٺي، تنهنڪري البت رنج مان رانيءَ کان پڇيائين تہ "ڪڏهن کان تو کي هڪڙو سهلڪڪ اينرو وڻڻ لڳو آهي؟" ڇالنجي ٿو تہ هن مون کي انهيءَ ذالي وارو ننڍڙو جانور سمجهيو، جو آءٌ رانيءَ جي تريءَ تي اوندو ٿيو پيو هوس. پر جڏهن هن منهنجو ڳالهائڻ ٻڌو، ۽ ڏٺائين تہ جيڪي چوان ٿو سو پورو ۽ سمجهہ جهڙو آهي، تڏهن عجب لڳس، ۽ رانيءَ کي پارت ڪيائين تہ "انهيءَ جي چڱي سنڀال ڪجئين."

رانيءَ پنهنجي واڌي کي حڪم ڏنو تہ هڪڙي اهڙي پيتي ٺاهي، جا منهنجي لاءِ چڱي سمهڻ جي جاءِ هجي. انهيءَ ڪاريگر، منهنجي ڏَس پٽيان ٽن هفتن جي اندر هڪڙي ڪاٺ جي ڪوٺي ٺاهي، جا سورهن

نوٽ چورس ھئي ۽ بارھن نوٽ مٿي ھئي، در ۾ ڏريون ۽ ھيس ۽ ۾ ننڍڙيرن ڪوليون منجھس ھيون. وھنجڻ ۾ جاءِ ضرور جي ڪم لاءِ، جيئن لنڊن ۾ سمھڻ جي ڪوليءَ جو بندو بست ٿيندو آھي. ڇت وارو تختو اھڙو ھو، جو مٿي کڄي بہ سگھيو ٿي ۽ وري لھي بہ سگھيو ٿي. انھيءَ لاءِ ھن کي ٻہ نرماد پيل ھئا. انھيءَ ڪلنڊڙ ڇت جي وسيلي راتيءَ جو خانساسان لھيل ڪيل ھنڌ انھيءَ ۾ لنگھائي رکي سگھيو ٿي. ۽ گلمڙال ڪاچ اھو ھنڌ ڏماڙي ٻاھر ڪڍي ھوا ۾ رکي، وري ڦاھي تيار ڪري، رات جو اندر رکي، منھنجي مٿان ڇت کي ڪلف ڏيئي ڇڏيندي ھئي.

ھڪڙو ھوشيار ڪاريگر، جو عجيب غريب ننڍڙين شين ٺاھڻ لاءِ مشھور ھو، تنھن ذمو کنيو تہ منھنجي لاءِ ٻہ ڪرسيون عاج جھڙي شئي جي ٺھن ۽ چونڪن سان، ۽ ٻہ ميزون شين جي رکڻ لاءِ ھڪڙي خاني سان جوڙي تيار ڪندو. جاءِ کي سيني پاسن کان گاديون ھئي ويا ڇت توڙي فرش تي بہ گاديون لڳائي ڇڏيائون تہ مٿان جيڪي ماڻھون مون کي کڻن، تن جي غفلت ڪري سندن ھٿن سان اتفاق سان ڪري پوان، يا جڏھن مون کي انھيءَ ڪوليءَ سميت گاڏيءَ ۾ کڻن، تڏھن مٿان مون کي گھڻو لوڏو يا ڌڪو اچي.

مون خواھش ڏيکاري تہ منھنجي در کي ڪلف ڏيئي ڇڏجي، مٿان ڪئا اندر لنگھي اچن. لوھار ڪاريگر

کهڻن ماڻهن کان ٻوءِ ھڪڙو اهڙو تمام ننڍڙو ڪلف جو ڏٺو، جنهن جهڙو اڳي ڪڏهن هنن نه ڏٺو هو، پر مون انگلنڊ ۾ انهيءَ کان وڏو ڪلف ھڪڙي سگهڙ ماڻهوءَ جي گهر جي ٻاهرئين در کي ڏنل ڏٺو آهي. مون ڪوشش ڪري ڪنجي پنهنجي کيسي ۾ رکي ته مٿان گلمڊال ڪلچ اها وڃائي ڇڏي.

راڻيءَ کي منهنجي صحبت اهڙي وڻي ويئي، جو مون کان سواءِ هوءَ ماني نه کائيندي هئي، جنهن ميز تي هوءَ ماني کائيندي هئي، تنهن جي مٿان لونٽ وٽ، منهنجي ميز ۽ ڪرسي رکڻ ۾ ايندي هئي. گلمڊال ڪلچ منهنجي ميز جي ويجهو ھڪڙي اسٽول تي منهنجي سنڀال ۽ مدد لاءِ ويهندي هئي. منهنجون سڀ رڪابيون ۽ ڊاڪون ۽ ٻيون ضروري شيون چانديءَ جون تيار ڪيون ويون هيون، جي راڻيءَ جي سامان جي مقابلي ۾ اهڙيون هيون، جهڙيون ٻارن جي راند لاءِ لنڊن ۾ گڏڙين جي رانديڪن جي دڪان ۾ ڏسبيون آهن. اهي رڪابيون منهنجي ننڍڙي دائيءَ ھڪڙيءَ چانديءَ جي پيتيءَ ۾ بند ڪري کيسي ۾ وجهي ڇڏيندي هئي، ۽ جڏهن مانيءَ جي مهل مون کي انهيءَ جي گهرج ٿيندي هئي، تڏهن هوءَ پاڻ اهي صفا ڪري مون کي ڏيندي هئي.

ٻيو ڪو نه ماڻهو، سواءِ ٻن شاهزادين جي، راڻيءَ سان گڏ ماني ڪو نه کائيندو هو. وڏي شاهزادي

سورھن ورھين جي ھئي ۽ ننڍيءَ جي چمار تلڌھن تيرھن ورھين ۽ ھڪ مھينو ھئي. راڻي صاحبہ منھنجي ھڪڙي رڪابيءَ تي گوشت جو ٽڪر رکندي ھئي، انھيءَ مان آءٌ ذرو پنھنجي لاءِ وڍي وٺندو ھوس، ۽ ھوءَ مون کي کائيندو ڏسي خوش ٿيندي ھئي، ڇا لاءِ جو جيتوڻيڪ راڻيءَ جو ھاضمو ضعيف ھوندو ھو، تہ بہ ھڪ ڪڙ گرنھہ ۾ ايترو طعام کڻندي ھئي، جيترو انگلنڊ جا ٻارھن زميندار ھڪڙي وقت تي کائي سگھن. اھو حال ڏسي، ٻھرين تہ ڪجھ وقت تائين مون کي نفرت ايندي ھئي، جو ھوءَ رڏل چنھ ول پکيءَ جي سڄي کنيڙاڻي ھڏن سوڌي ڏندن ۾ چباڙي کائي ويندي ھئي، جيتوڻيڪ اھو پکي اسان جي وڏي ترڪي يا فيل مرغ کان نَوَ دفعا وڏو ھوندو ھو، ۽ مانيءَ جو ٽڪر، جو رات ۾ وجھندي ھئي، سو ٻي ايڏو ھو، جيڏيون بہ وڏيون ٻارھن پينسن واريون ڊبل روٽيون ٿينديون آھن.

ھوءَ ھڪڙي سوني پيالي مان ھڪڙي ئي ساھيءَ سان سوچاري پيمڪ جيترو پاڻي يا شراب پيئي ويندي ھئي. ھن جون ڇريون ڏانٽي کان پيٽيون وڏيون ھونديون ھيون، ڇو تہ ڏانتا ڪن تي سنوان ڪري رکيا ويا آھن. چمچا ۽ ڪانٽا ۽ ٻيا ڪاٺ جا اوزار بہ اھڙا ئي وڏا ھوندا ھئس. مون کي ياد آھي تہ ھڪڙي ٻيري گلمڊال ڪلچ مون کي ڪٿي ھلي شاھي محلات جون ڪي ڪاڏي جون سھزون ڏيکاريون ھيون.

اتي ڏهه - ٻارهن وڏيون ڇريون ۽ ڪانٽا ڪڍي مٿي ڪنيل ڏسي، آءٌ ڊڄي ويس، ۽ ڇاتم ته هيڙو خوفناڪ ڏيک مون اڳي ڪڏهن ڪونه ڏٺو هو.

گهڻن مهينن تائين انهن ماڻهن جي ڏيکڻ ڏسڻ ۽ ٻولين ٻڌڻ ۽ سڀڪا شيءِ تمام وڏي ڏسڻ تي هيري ويڻ ڪان پوءِ، جيڪو خوف پريندي مون کي ٿيندو هو، سو لهي ويو. انهيءَ وقت جيڪڏهن آءٌ انگلنڊ جي ڪن لارڊن ۽ ليڊين کي تمام عمدن ۽ عهدن جهڙن ڪپڙن ۾ بادشاهه جي درٻارين وانگي بيهندو ۽ جهڪندو ۽ ڳالهائيندو ڏسان ها، ته بيشڪ انهن تي مون کي اهڙي کِل اچي ها، جهڙي هتي جي بادشاهه ۽ اميرن کي مون تي ايندي هئي.

سچ ته هي آهي ته خود مون کي به پاڻ تي کِل ايندي هئي. جڏهن راڻي مون کي پنهنجي هٿ تي رکي آرسيءَ وٽ آڻيندي هئي، جنهن ۾ اسان ٻنهي جون شڪليون سچيون ساريون گڏ ڏسڻ ۾ ايندي يون هيون. انهيءَ مهل ٻنهي جي مقابلي ڪرڻ تي ڏاڍي کِل ايندي هئي. آءٌ پاڻ کي پنهنجي سچي پچي قد کان به ننڍو پيو ڀانئيندو هوس.

راڻيءَ وٽ جو هڪڙو بندرو ماڻهو هوندو هو، تنهن کي ڏسي مون کي ڏاڍي چڙ ۽ بيزاري لڳندي هئي. انهيءَ ملڪ ۾ هو تمام ننڍي قد جو ماڻهو هو، ڇالاءِ جو هو پورا ٽيهه فوٽ به قد ۾ نه هوندو هو.

سو ٻاڻ کان ٻہ پيو تمام ننڍو ماڻھو ڏسي هميشه بيحيا ۽ مغرور ٿي ويندو هو، ۽ راڻيءَ جي جاءِ جي دالان ۾ جتي آءٌ دربار جي اميرن ۽ سندن زالن سان ويٺو ڳالهائيندو هوس، انان لنگھندي هو ڏاڍي آڪڙ مان لنگھي ويندو هو، ۽ اڪثر منهنجي ننڍي قد تي ٺوڪ ۽ ٺٺولي ڪرڻ کان ڪين گسندو هو. اهو وير آءٌ هن کان رڳو هن طرح وٺي سگھندو هوس، جو هن کي "ادو" ڪري سڏيندو هوس، ۽ چوندو هوسانس تہ "اچي مون سان ملهہ وڙھہ." ۽ ٻيا ٻہ اهڙا لفظ ڳالهائيندو هوسانس جهڙا اڪثر محلات جي ڇوڪرن جي وات ۾ هوندا آهن.

هڪڙي ڏينهن، مانيءَ مهل، هي خراب ٻندرو منهنجي ڪجھہ چوڻ تي اهڙو خفي ٿيو، جو راڻيءَ جي ڪرسيءَ تي جيئن آءٌ چڙهيو ويٺو هوس، تيئن مون کي ڪمر کان ڪٺي، ڪنهين ٻہ ڊپ کان سواءِ، ملائي جي چاندي جي وڏي پيالي ۾ ڪٺي اڇلايائين، ۽ پوءِ اٿي ڀڳو. آءٌ سڄو ئي ملائيءَ ۾ ٻڏي ويس، ۽ جي تري نہ چاڻندو هجان ها، تہ الاجي ڪهڙو حال ٿيم ها. پر منهنجي ننڍي دائي منهنجي واهر لاءِ ڊوڙي آئي، ۽ مون کي ڪڍي ٻاهر ڪيائين. انهي وچ ۾ سير کن ملائيءَ جو منهنجي پيٽ ۾ هليو ويو.

مون کي ڪٺي وجي هنڌ ۾ سمهاريائون. پيو ڪو نقصان مون کي ڪونہ ٿيو، رڳو ڪپڙا خراب ٿيم.

ٻندري کي خوب ڇهبڪ لڳا ۽ وڏيڪ سزا اها مليس جو جنهن ملائيءَ جي پيالي ۾ مون کي اڇلايو هئائين، سو زور ڪري پياريائونس، ۽ اڳتي جي لاءِ رائيءَ اصل منهان لاهي ڇڏيس.

اڪثر راڻي مون کي همتائيندي هئي ته ڏڍ ڇان. مون کان پڇندي هئي ته "تنهنجي ملڪ جا ماڻهو به تو جهڙا ڏڇا آهن ڪيئن؟" انهيءَ جو سبب هي هو. انهيءَ ملڪ ۾ آرڙهه جي ڏينهن ۾ مکين جو ڏاڍو آزار ٿيندو آهي. هرهڪ مک چنڊول جيڏي ٿيندي آهي. آءٌ ماني کائڻ ويهندو هوس، ته مون کي بي آرام ڪنديون هيون جو منهنجن ڪنن وٽ هميشه ڀون ڀون ڪنديون هيون. ڪڏهن ته اچي منهنجي نڪ ۽ پيشانيءَ تي ويهنديون هيون ۽ ڏنگ هڻنديون هيون، ۽ منجهانئن ڪني ٻانس ايندي هئي. علم حيوانات جا عالم جو چوندا آهن ته مکين جي پيرن ۾ هڪڙي قسم جي ليڪيليڪ واري چنبڙندڙ شيءِ ٿيندي آهي، جنهن جي وسيلي هو پيرن سان اونڌيون ڇت تي هلنديون آهن، سا شيءِ مون کي آسانيءَ سان معلوم ٿي سگهندي هئي.

انهن خراب پرندن کان پاڻ بچائڻ ۾ مون کي گهڻي تڪليف ٿيندي هئي، ۽ جڏهن اچي منهنجي منهن تي ويهنديون هيون، تڏهن لاچار ڇرڪ پرٽو ٿيندو هوم. آهو بندرو اڪثر هيئن ڪندو هو، جو ڪجھ

جيتريون مکيون جهٽي، اوچتو منهنجي نڪ هيٺان ڪٽي ڇڏيندو هو، انهيءَ لاءِ تہ آءٌ ڏڄان ۽ راڻيءَ کي چرچو لڳي. آءٌ وري هيٺن ڪندو هوس، جو پنهنجي ڇريءَ سان انهن آڏامندڙن مکين کي وڍي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيندو هوس. انهيءَ منهنجي چالاڪيءَ جي ڪري منهنجي ڪهڙي تعريف ٿيندي هئي.

# باب چوٿون

## گليور برابڊنگ نئگ ڇڏي وڃي ٿو

مون کي هاڻي انهيءَ ملڪ ۾ رهندي ٻه ورهيه ٿي ويا هئا. ٽئين مهيني جي شروعات ۾ بادشاهه ۽ راڻي ملڪ جي ڏکڻ واري ڪناري ڏي ويا. آءٌ ۽ گلمڊال ڪلچ ٻه سندن خدمت ۾ هئاسون. هميشه جي دستور وانگي مون کي پنهنجي سفر واري پيتيءَ ۾ کڻيائون، جنهن جو بيان مون ڏنو آهي. اها موچاري ڪشادي ڪولي هئي ۽ ٻارنهن فوٽ ويڪري هئي.

جڏهن پيچاڙيءَ واريءَ منزل تي پهتاسين، تڏهن بادشاهه جي مرضي ٿي ته فلئنفلئسنڪ جي ويجهو جا محلات آهي، تنهن ۾ ڪي ڏينهن گذارجي. اهو شهر سمنڊ کان ارڙهن انگريزي ميلن جي اندر آهي. آءٌ ۽ گلمڊال ڪلچ ڏاڍي ٿڪجي پيا هئاسون. مون کي ٿورو زڪام به ٿي پيو هو، ۽ هوءَ ويچاري ته اهڙي بيمار ٿي هئي. جو وڃي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ پيئي. منهنجي دل ٿي ته آءٌ سمنڊ ڏسان، جو چانس ٿي ته جيڪڏهن مون کي ڇوٽڪارو ملندو، ته آتان ٿي ملندو.

مون ڪوڙ ڪري پاڻ کي زياده بيمار ڪيو ۽ عرض ڪيم ته مون کي موڪل ملي ته سمنڊ جي تازي هوا کان. هڪڙو ڇوڪرو رائيءَ جو خدمتگار، جو مون کي گهڻو وڻندو هو ۽ جنهن جي حوالي ڪڏهن ڪڏهن مون کي ڪري ڇڏيندا هئا، تنهن جي سه پانهن گهريم. مون کي اها ڳالهه نٿي وسري ته گلمڊال ڪلچ ڏاڍي ناراضپي سان هائو ڪئي، ۽ انهيءَ ڇوڪر کي منهنجي پوري سنڀال ڪرڻ لاءِ پارت ڪيائين. ساڳئي وقت ۾ زار زار رنائين به، ڄڻ ته ڄاڻ پيو هوس ته ڇا ٿيڻو آهي.

ڇوڪر مون کي پيتيءَ سوڌو کڻي سمنڊ جي ڪناري وارن ٽڪرن ڏي آندو، جي محلات کان اڌ ڪلاڪ کن جي پنڌ تي هئا. مون چيس ته مون کي هيٺ رکي، پوءِ هڪڙو پردو کڻي مون ڏاڍيءَ سڪ سان سمنڊ ڏي نهاريو. مون پاڻ کي بلڪل چڱو ڀلو نٿي ڄاتو، تنهنڪري ڇوڪر کي چيم ته: ”منهنجي مرضي آهي ته آءٌ پنهنجي هنڌ ۾ وڃي سمهي پوان، ته من بهتر ٿيان.“ ان موجب آءٌ اندر لنگهي ويس، ۽ ڇوڪر دري بند ڪري ڇڏي ته متان مون کي ٿڌ لڳي.

سگهوئي مون کي ننڊ اچي ويئي ۽ آءٌ ڀانيان ٿو ته ڇوڪر مون کي ستل ڏسي ڄاتو ته پيو ڪو خوف ڪونهي. تنهنڪري ٽڪرن ڏي پکين جي آنن گهولڻ

لاءِ هليو ويو. انهيءَ کان اڳي به مون پنهنجي دريءَ مان ڏٺو هوس ته هيڏي هوڏي رلي ڳولي هڪ-ٻه آنا ٽڪرن جي ڦاٽن ۾ وجهي الڏا هنائين. ٻر انهيءَ کي ڇا ڪبو!... لوهه جي ڪڙي، جيڪا منهنجي پيتيءَ کي آسانيءَ سان ڪڻڻ لاءِ ان جي چوٽيءَ تي ٻڌل هئي، تنهن کي اوچتو ڏاڍي چڪ آئي. ڏٺم ته منهنجي پيتي هوا ۾ تمام مٿي کڄي ويئي، ۽ پوءِ تمام تيکي اڳتي هلڻ لڳي.

پهريون لوڏو اهڙو هو، جو آءٌ ذري گهٽ هنڌ تان اُڇلجي ويو هوس، پر پوءِ اهو البت ڍرو ٿيو. مون تمام وڏي آواز سان ڪيترائي ٻيرا سڏ ڪيا، پر انهن مان ڪي ڪين ٿيو. دريءَ مان نهاريم ته ٻه آسمان ۽ ڪڪرن کان سواءِ پيو ڪي به ڪين ڏٺم. پنهنجي مٿان کنڀن جي ڦڙڪڻ جهڙو آواز ٻڌڻ ۾ آيم، ۽ پوءِ پنهنجي غمگين حالت معلوم ٿيڻ لڳيم. ڪنهن باز منهنجي پيتيءَ جي ڪڙي پنهنجي چهنب ۾ ڪنئي هئي ته اها ڪنهن ٽڪر تي ٻڌي، جيئن ڪڇونءَ کي ڪندا آهن، انهيءَ لاءِ ته منهنجو بُت ڪڍي کائي وڃي. انهيءَ پکيءَ کي اهڙي ٻاس ايندي آهي ۽ اهڙي اکل اٿس، جو تمام پري پنڌ کان پنهنجو شڪار سهي ڪري وٺندو آهي، جيتوڻيڪ اهو مون کان به وڌيڪ لڪل هجي، ۽ آءٌ به ٻه انچ ٿلهي تختي جي اندر بند هوس.

سڳهو ئي ڪنيزائين جو آواز ۽ ڦڙڪو زياده ٿيڻ لڳو، ۽ منهنجي پيتي هيٺ مٿي اڇلجڻ لڳي، جيئن واچ واري ڏينهن ڪاڻيءَ تي لڳل نشان جو تختو ڪندو آهي. مون کي اهو آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيو ۽ ائين پئي ڄاتم ته باز کي ڏڪ به لڳا (مون کي پڪ آهي ته ائين هوندو، جو باز کي منهنجي پيتيءَ جو ڪڙو چهنب ۾ هو، سو آڏامندي پيتيءَ جا ڏڪ لڳندا هوندس) پوءِ اوچتو مون پاڻ کي هڪڙي منٽ کان وڌيڪ عرصي تائين ڪرندو ڏٺو، پر اهڙي تيزيءَ سان، جو منهنجو ساهه ئي کهُنجي ٿي ويو.

ائين ڪندي پيتيءَ جي پاڻيءَ ۾ ڪرڻ جو ڦهڪو ٿيو ۽ انهيءَ اهڙو وڏو آواز ڪيو، جو نائگرا ڪرانديءَ جي ڪرڻ جي ڪڙڪي کان به واڌو هو. تنهن کان پوءِ، آءٌ منٽ کن تائين ته اونداهيءَ ۾ هوس، ۽ پوءِ وري منهنجي پيتي ايترو ته مٿي چڙهي، جو آءٌ درين جي چوٽين مان روشنائي ڏسي سگهيس. منهنجي بدن ۽ منهنجي سامان لاءِ ڪشادو لوهه جو پٽو، جو مضبوطيءَ لاءِ چوٽيءَ ۽ تري ۾ چئن ڪنڊن تي لڳل هو، تنهن جي بار ڪان، منهنجي پيتي پاڻيءَ ۾ پنج فوٽ هيٺ وڃي، پوءِ ترڻ لڳي.

مون کي ذهن ۾ اهو خيال آيو ۽ هاڻي به اچي ٿو ته جو باز منهنجي پيتي کڻي آڏاڻو هو، تنهن کي ٻه ـ ٽي ٻيا باز پٺيان پيا هئا، جن جي ڪري لاچار ٿي

هن مون کي کيرائي ڇڏيو، ۽ پاڻ پنهنجي بچاءَ لاءِ هنن کي سامهون ٿيو، جو هنن کي شڪار ۾ حصيدار ٿيڻ جي طمع هئي. جي لوهه جا پٽا پيتيءَ جي ترن ۾ لڳل هئا، سي تمام مضبوط هئا، انهن جي ڪري ڪرڻ مهل پيتيءَ جو وزن پورو جهليو آيو ۽ پاڻيءَ جي مٿان لڳي پئي پوڻ کان پيتي بچي ويئي. انهيءَ جا ست سنڌا هڪڙي ۾ ڇگ کُتل هئا ۽ دَرُ نَرماد تي لڳي ڦريو، پر هيٺ-مٿي اچي سگهيو ٿي؛ تنهنڪري منهنجي ڪولي اهڙي مضبوط هئي، جو تمام ٿورو پاڻي اندر اچي ٿي سگهيو. آءٌ مشڪلات سان پنهنجي هنڌ مان نڪتس، پر پهرين ڇت جي تختي کي کسڪائي ڇڏيم، جو هوا جي آئڻ لاءِ رکيو ويو هو، جنهن مٿي ذڪر ڪيو ويو هو، نه ته جيڪر آءٌ گهٽجي مري وڃان ها.

انهيءَ مهل ڪيترو نه ٿي گهريم ته پنهنجي پياري گلمڊال ڪلچ سان گڏ هجان! جنهن کان ڏار ٿي ڪلاڪ مس گذريو هوم. انهيءَ حالت ۾ آءٌ چار ڪلاڪ برابر پيو هوس. اها آسيد ۽ خواهش پئي رکيم، ته اجهو ٿو دم ڏيان. اهڙيءَ غمگينيءَ ۽ ناآميديءَ ۾ پيتيءَ جي هن پاسي هڪڙي قسم جي گسڻ جهڙو آواز مون کي ٻڌڻ ۾ آيو، جتي پيتيءَ جي ڪڙي لاءِ ڪنڍا لڳل هئا. تنهن کان پوءِ سگهو ئي مون ڄاتو ته پيتي سمنڊ ذي ڇڪجيو پئي وڃي. رکي

رکي هڪڙي قسم جي ڇڪتاڻ مون کي معلوم ٿي ٿي، جنهنڪري لهريون چڙهي منهنجي دريءَن جي چوٽين تائين ٿي آيون ۽ آءٌ اونداهيءَ ۾ رهجيو ٿي ويس. انهيءَ کري ٿوري چونڪاري جي اميد منهنجي دل ۾ پيدا ٿي، اگرچ خيال ۾ نٿي آيم ته ڪيئن اها صورت وٺي سگهندي.

مون همت جهلي پنهنجي هڪڙيءَ ڪرسيءَ جو اسڪرو يا پيچ کوليو، جو هيٺ ٺڪر واري تختي سان لڳل هو. پوءِ جيڪو ڪسڪندڙ تختو مون تازو کوليو هو، تنهن جي هيٺان وري اهو اسڪرو ڏيئي پيڙي ڇڏيم. پوءِ ٽپ ڏيئي، انهيءَ ڪرسي تي چڙهيس ۽ ٽنگ کي ويجهو وات رکي وڏي آواز سان مدد جي لاءِ رڙيون ڪرڻ لڳس. جيڪي ٻوليون اينديون هيم، تن سڀني ۾ ڏانهون ڪيم. پوءِ جيڪو لڪڻ آءٌ ساڻ کڻندو هوس تنهن جي ڇنب ۾ رومال ٻڌي ٽنگ مان ڪڍي، ڪيئي ڀيرا هوا ۾ لوڏڻ لڳس، انهيءَ لاءِ ته جي ڪا ٻيڙي يا ڪو جهاز ويجهو هجي، ته خلاصي ڄاڻن ته ڪو ڪمبخت انسان هن پيتيءَ ۾ پوريو پيو آهي.

جيڪي ڪري سگهيس، تنهن مان ڪو به نتيجو نه نڪتو، پر ايترو صفا معلوم ٿي ٿيم ته منهنجي کولي ٻاٽيءَ جي مٿان هلندي هلي. ڪلاڪ کن جي اندر پيتيءَ جو پيو پاسو جنهن ۾ ڪنڊا پيل هئا ۽

۽ دريون ڪين هيون، سو ڪنهن سخت شئي تي وڃي لڳو. مون کي ڀاسيو ته اهو ڪڪر آهي، ڇا لاءِ جو آءٌ ڏاڍو ڇاڇولجي ويس. ڪوليءَ جي ڍڪ تي ٺُڪُ لهي رسي لڳڻ جهڙو آواز ڇڪيءَ طرح ٻڌم، ۽ ڪڙيءَ مان لنگهڻ ۽ کسڻ جو آواز به ڪن تي پيم. پوءِ ڏٺم ته ٿوري ڪان ٿورو ٿي فوٽ مٿي درجي بدرجي کڄي ويس.

تنهن تي وري به مون پنهنجو لڪڻ ۽ رومال ٻاهر ڪڍيو، ۽ مدد جي لاءِ ايترو زور رڙيون ڪيم، جو آواز ئي ويهي ويم. جواب ۾ ٽي پيرا وڏي رڙ ٻڌيم، جنهن منهنجي دل ۾ اهڙي خوشي پيدا ڪئي، جنهن جي فقط انهن کي خبر هوندي، جن کي آها ٿيندي هوندي. پوءِ پنهنجي مٿان ڌڪو ٻڌم، ۽ ڪنهن ماڻهوءَ ٽُنگ مان انگريزي ٻوليءَ ۾ وڏي سڏ چيو ته "جيڪڏهن ڪو ماڻهو هيٺ آهي، ته ڳالهائي." مون ورندي ڏني ته "آءٌ پاڻ انگريز آهيان، جو ڪمبختيءَ جي ڪري هڪڙيءَ سخت مصيبت ۾ ڦاسي ويو آهيان، ٻلائي ڪري مون کي هن بند مان ڪڍيو."

انهيءَ ماڻهوءَ جواب ۾ چيو ته "هاڻ تون سلامت آهين، جو تنهنجي پيتي جهاز سان قابو ٻڌل آهي. واڍو انهيءَ دم ٿو اچي، ۽ انهيءَ ٽُنگ مان توکي ڇڪي تو ڪڍي، جو اهو وڏو ٽُنگ آهي" مون چيو ته "ائين نه ڪريو، انهيءَ ۾ گهڻو وقت لڳندو. رکو

هڪڙو خلاصي پنهنجي آگر ڪڙي ۾ وجهي پيتي سميت ماڻهو ساڻ کڻي جهاز تي آئي ۽ پوءِ ڪپتان جي ڪوٺيءَ ۾ ٿيو.“ انهن ساڻ ڪن مون کي اهڙيءَ طرح ٻڪ ڪندو پڏي چاتو ته آءٌ ڇرڀو آهيان. پڻ پٺي مون تي ڪليو. ڪنهن طرح ساڻ مون کي اها ڳالهه خيال ٿي ۾ نه پئي آئي ته آءٌ هاڻي پنهنجي قد ۽ طاقت وارن ماڻهن ۾ آهيان. نيٺ واڍو آيو ۽ ٽو رڻ ٿي منٽن ۾ ڪاراڻيءَ ساڻ چئن فوٽن چورس جيڏي دري ڪيائين، ۽ پوءِ هڪڙي ننڍي ڏاڪڻ اندر لنگهائي وڌائون، جنهن تي آءٌ چڙهي آيس. مٿان وري هنن مون کي جهاز ۾ آندو، پر آءٌ ڏاڍي ضعيف حال ۾ هوس.

خلاصي سڀ حيران ٿي ويا ۽ هزارين سوال مون کان پڇڻ لڳا، جن جو مون جواب ڏيڻ نٿي گهريو، پر ڪپتان مسٽر ٿامس والڪسن، جو سچو ۽ لائق هو، ۽ شراب شاڊر جو رهاڪو هو، تنهن سهي ڪيو ته آءٌ بيهوش ٿيڻ تي آهيان؛ تنهنڪري هو هڪدم مون کي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ وٺي ويو ۽ اتي مون کي دل جي قوّت جو عرق پيار يائين جنهنڪري مون کي آرام آيو. پوءِ مون کي پنهنجي هنڌ تي کڻي ليٽايائين ۽ مون کي صلاح ڏنائين ته ”ٿوري ننڊ ڪر، جو انهيءَ جي توکي گهڻي گهرج آهي.“

جڏهن وري جاڳيس، تڏهن پاڻ کي بهتر حالت ۾ ڏٺم. انهيءَ مهل رات جا آٺ لڳا هئا، ۽ ڪپتان

ماني آلڻ جو هڪدم حڪم ڏنو، جو ڇاتائين تہ مون گھٽي وقت تائين نہ کاڌو هوندو. هن مون سان ڏاڍيون مهربانيون ڪيون ۽ چيائين تہ "حيران نہ ٿيءُ ۽ اجائي سجائي ڳالهہ نہ ڪر." جڏهن اڪيلا ٿياسين، تڏهن هن مون کي چيو تہ "هاڻ سفر جو بيان ڪري ٻڌاءِ ۽ خبر ڏي تہ ڪهڙيءَ طرح هيڏي ساري پيتيءَ ۾ بند ٿئين؟"

مون چيس تہ "آءٌ پنهنجو سارو قصو اوهان کي ٻڌايان ٿو، سو تحمل سان ويهي ٻڌو." پوءِ انگلنڊ مان نڪرڻ جي وقت کان وٺي هن جي پرهندي مون کي لهڻ وقت تائين جيڪو احوال هو، سو مون هن کي ڪري ٻڌايو. سچ هميشه سمجهہ وارن ماڻهن جي دلين ۾ جاءِ نشين ٿئي ٿو، تنهڪري هي ايماندار ۽ لائق شخص، جو سوچاري علم ۽ تميز وارو هو، تنهن کي هڪدم منهنجي ڳالهہ تي ويساهہ اچي ويو.

انهيءَ کان پوءِ جيڪو سمنڊ جو سفر ڪيوسين، سو تمام سٺائو هو. انهيءَ جي مفصل بيان ڏيڻ سان آءٌ پڙهندڙن کي هلاڪ نہ ڪندس. جڏهن ڊائونس ۾ پهتاسين، تڏهن آءٌ جهاز مان موڪلائي هليو ويس اها سن ۱۷۰۶ع جي جون مهيني جي ٽين تاريخ هئي. انهيءَ سفر ۾ منهنجي چونڪاري کان پوءِ انڪل نَوَ مهينا لڳي ويا هئا. مون ڪپتان کي چيو تہ "ڀاڙي ڏيڻ تائين آءٌ پنهنجو سامان ضمانت ۾ ڇڏڻ

گهران ٿو،“ پر ڪپتان چيو ”آءٌ ڪي به ڪين ونديس.“ پوءِ ڏاڍيءَ محبت سان هڪهٽي کان موڪلايوسين، ۽ منهنجي جوڻ تي هن انجام ڪيو ته هو ريڊرف ۾ مون کي پنهنجي گهر اچي ڏسندو. مون پنج شلنگ ڏيئي، هڪڙو گهوڙو ۽ هڪڙو سونهو ڀاڙي ڪيو. اهي پنج شلنگ مون ڪپتان کان آڌارا ورتا.

رستي تي هلندي گهر، وڻ، ڍور ۽ ماڻهو مون کي اهڙا ننڍڙا پئي ڏسڻ ۾ آيا، جو مون ڀانيو ته آءٌ اچا لليپٽ ۾ آهيان. جيڪو واٽهڙو تي گڏيم، تنهن جي نسبت ۾ اهو ڊپ ٿي ٿيم ته متان پيرن ليتاڙي نه وجهانس، ۽ پري کان هڪل ڏئي، پاسي ٿيڻ لاءِ ٿي چيومانس. ته متان ٽڪر ڪري هڪ ٻئي جو مٿو ڀڃي وجهان.

جڏهن آءٌ پنهنجي گهر آيس — جو پڇائون ڪري ڪري مس لڌم، ۽ منهنجي هڪڙي نوڪر اچي در پٽيو — تڏهن آءٌ ڪنڌ جهڪائي اندر لنگهيس ته متان منهنجو مٿو سِر در کي لڳي. منهنجي زال مون کي ڀاڪر وجهڻ لاءِ ڊوڙي آئي، پر آءٌ هن جي گوڏن کان به هيٺ جهڪي پيس، انهيءَ خيال کان ته متان هوءَ منهنجي وات تائين پهچي نه سگهي. ڌيءُ دعا گهرڻ لاءِ منهنجي اڳيان گوڏا کوڙي اچي بيٺي، پر جيسين هوءَ وري اٿي بيٺي، تيسين آءٌ هن کي ڏسي نه سگهيس، ڇالاءِ جو هيستائين آءٌ پنهنجو مٿو ۽ اکيون

سٺ فوٽن ڪان ٻه ٽي ڪري بيهڻ تي هيري ويو هوس. پوءِ آءٌ هڪڙو هٿ هن جي چيلهه ۾ وجهي، ٽي ڪرڻ لاءِ ويس. جيڪي نوڪر ۽ هڪ-ٻه دوست، جي گهر ۾ هئا، تن تي آءٌ حقارت سان نظر ڪرڻ لڳس، ڇو ته هو گندڏيءَ جيڏا ماڻهو هئا ۽ آءٌ ڪو ديوتا يا راڪاس هوس. مون پنهنجي زال کي چيو ته "تو ڏاڍي صرفي سان پئي گذاريو آهي، ڇا لاءِ جو تو پاڻ کي ۽ پنهنجي ڌيءَ کي بہ ناحق بُک ماريو آهي." مطلب ته آءٌ اهڙي بي سبب هلت ڪرڻ لڳس، جو هنن سڀني جو ساڳيو اهڙو خيال هو جهڙو ڪپتان جو هو، جڏهن هن پهرين مون کي ڏٺو هو ۽ سمجهيائين ته آءٌ ديوانو آهيان.

ٿوري وقت ۾ آءٌ ۽ منهنجي گهر جا ڀاتي ۽ دوست سڀ هڪٻئي کي پوريءَ طرح سمجهي وياسين، پر منهنجي زال مون کي سخت تاڪيد ڪيو ته "وري ڪڏهن به سمنڊ جي سفر تي متان وڃين" پر منهنجي قسمت ئي اهڙي طرح جي هئي ۽ تنهن کي هوءَ روڪي نه سگهي، جيئن پاڙهيڙي پڙهندڙن کي هن ڪان پوءِ معلوم ٿيندو. انهيءَ وچ ۾ آءٌ پنهنجي نياڳي سفر جو پيو پاڳو پورو ڪريان ٿو.

—*—

# تعارف

’جوناٿن سئفٽ‘ هڪ انگريز اديب آهي، ۽ ڪنهن انگريز اديب جو سنڌي ادب ۾ تعارف ڪرائڻ سولي سٺري ڳالهه نه آهي. موجوده دور جي انگريزي ادب ۾ تنقيد جو فن تمام گهڻي ترقي ڪري چڪو آهي. ان ۾ هيئت ۽ مواد، فن ۽ فڪر، ۽ حسن ۽ نزاڪت جي باريڪين تي اعليٰ ۽ معياري مضمون لکيا ويا آهن، خود تنقيد جو فن مختلف ۽ متضاد فڪر جي دائرن ۾ ورهائجي ويو آهي. ان جي برعڪس سنڌي ادب ۾ جديد تنقيد جو فن اڃان ابتدائي مرحلن ۾ آهي. هيستائين اسان وٽ ڪلاسيڪي عربي ۽ فارسي ادبن جي گهڻي اثر سبب، عام طرح تنقيد فقط روايتي نقطه نظر کان ڪئي ويئي آهي. تنهنڪري ڪنهن انگريز فنڪار جي خيال ۽ فن کي سنڌيءَ ۾ انگريزي تنقيد جي معيارن مطابق پيش ڪرڻ ۾ ڪافي دقت پيش اچي ٿي بهرحال، مون پنهنجي سمجهه ۽ وس آهر، آسان زبان ۾، ’سئفٽ‘ جي خيال ۽ فن جي جائزي وٺڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته جيئن عام سنڌي پڙهندڙ تنقيد کي سولائيءَ سان سمجهي سگهن. سئفٽ جي تعارف جي سلسلي ۾ هيٺيون هڪ ٻي

مشڪلات پڻ درپيش آهي. "گليور جو سفر" چئن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، پر مرزا قليچ بيگ مرحوم فقط پهرين ٻن ڀاڱن جو ترجمو ڪيو آهي. هاڻي، هن ڪتاب جو مجموعي تاثر ۽ سئفٽ جي فن جي اهميت کان صحيح معنيٰ ۾ واقف ٿيڻ تيستائين ناممڪن آهي، جيستائين چوٿين ڀاڱي جو مطالعو نه ڪيو وڃي، ڇو جو تنقيدي لحاظ کان هن تصنيف جو چوٿون ڀاڱو نهايت اهم آهي. تنهنڪري مون هن تعارفي مضمون ۾ چوٿين ڀاڱي جو نسبتاً زياده تفصيلي ذڪر ڪيو آهي.

جوناٿن سئفٽ (١٦٦٥ع – ١٧٤٥ع) هڪ غريب گهراڻي ۾ ڄائو هو. اڃان ڄڄڻ ڄمڻ کان ٿي سالن جو ٿيو ته پيءُ وفات ڪري ويس، تنهنڪري هن جي تعليم جو بار سندس چاچي تي پيو، جيڪو هڪ وچولي درجي جو وڪيل هو. سئفٽ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڊبلن کان لنڊن ۾ آيو، جتي پوءِ هو "سر وليم ٽيمپل" جو ذاتي سيڪريٽري اچي ٿيو. سر وليم ٽيمپل راڻيءَ (آئن) جي درٻار جو هڪ امير هو، جيڪو ڪجهه وقت وزير پڻ ٿيو هو. هن جي ذريعي سئفٽ جي لنڊن جي مختلف سياسي حلقن سان واقفيت ٿي، جنهن جو اڳتي هلي سئفٽ جي ذاتي زندگيءَ ۽ فن تي تمام گهڻو اثر پيو هو. ارڙهين صديءَ جي انگريزي سياست ۾ رشوتستاني، اقربا پروري، پارٽيبازي، سياسي سازشن ۽ چالبازين جو دور دورو هو. پر ظاهري طرح

انهن سياسي خرابين کي ايمانداري، اخلاق پرستي ۽ اميرانه نفاست پسنديءَ جي پُرفريب پردن ۾ لڪايو ويندو هو. سنفٽ جي زندگيءَ جو ڪجهه حصو ان سياسي ماحول ۾ گذريو، رائي اُن جي ڪابينه جي ڪن وزيرن سان هن جا دوستانه تعلقات هئا. ملڪ جي سياسي معاملن ۾ هن سان مشورا ڪيا ويندا هئا، ۽ امير ۽ وزير ننڍين توڙي وڏين دعوتن ۾ هن کي هميشه گهرائيندا هئا. سنفٽ سياسي حلقن ۾ مقبوليت ۽ اهميت فقط پنهنجي قلم جي زور تي پيدا ڪئي، پر هو ان ماحول ۾ ترقي ڪري نه سگهيو.

سنفٽ دوستيءَ جي ناتن ۽ ذاتي لاڳاپن ۾ سياسي چالبازين جي دخل اندازيءَ کي هميشه برو سمجهندو هو، تنهنڪري هن جا امير ۽ وزير دوست هميشه سندس سادگيءَ مان فائدا وٺندا رهندا هئا. پر پڇاڙيءَ تائين هن جي مستقبل کي سڌارڻ ۾ هنن پاڻ سندس ڪا خاص مدد ڪانه ڪئي. سنفٽ جي هيءَ آرزو هوندي هئي ته کيس بشپ (وڏي پادريءَ) جو عهدو حاصل ٿئي. پر جيستائين "ڊچيس آف سمرسيٽ" جيئري رهي، هو بشپ ٿي نه سگهيو. ڊچس آف سمرسيٽ، جنهن تي هن پنهنجي هڪ مزاحيه نظم ۾ ڪجهه کولي تهمت مڙهي هئي، راڻي اُن جي خاص درٻارين مان هئي، ۽ سدائين سنفٽ جي خلاف راڻي اُن جا پيشي ڪن ڀريندي هئي. هوءَ راڻيءَ جي وفات کان پوءِ مئي. ڪهڙين نااميدين

ڪان پوءِ سئفٽ کي سينٽ پئٽرڪ چرچ (ڊبلن - آئرلئنڊ) جو ڊين (پادري) مقرر ڪيو ويو. هو هڪڙي هنڌ چئي ٿو ته "منهنجي درٻاري دوستن هڪ اهڙي ملڪ ۾ منهنجي تقرري ڪرائي آهي، جتي آءٌ پاڻ کي ملڪ بدر سمجهان ٿو." هن انهن دوستن جي وزارتن کي بچائڻ لاءِ مضمون لکيا، سازشن ۾ شريڪ ٿيو، ۽ دشمن پيدا ڪيائين، پر آخر ۾ نتيجو هي مليس، جو هڪ ننڍي عهدي ڪان لنون ڇڏڻي پيس. جيتوڻيڪ سياسي ماحول ۾ رهي، هن کي ڪو خاص مادي فائدو نه ٿيو، پر ان مان سندس ادب ۾ سياسي ۽ سماجي طنز جي فني لياقتن کي جرڪڻ جو سٺو موقعو مليو. ان زماني ۾ هن "هڪ ٽب جي جي ڪهاڻي" (A Tale of a Tab) جهڙو هڪ اعليٰ مضمون لکيو، جيڪو عيسائيت جي ڪيٿولڪ ۽ پيوريٽن فرقن تي هڪ عميق طنز آهي.

"گليور جو سفر" به هڪ طنزيه تصنيف آهي، ليڪن ان ۾ سئفٽ جي طنز جو دائرو تمام وسيع آهي. سئفٽ ان تصنيف ۾ سڄي انسانيت جي حماقتن بيوقوفين ۽ اخلاقي ڪمزورين تي سخت چوٽون ڪري ٿو. سئفٽ شاعري به ڪئي، پر سندس شعر ايترو معياري نه آهي. سندس همعصر اديبن مان ان ميدان جو مڃيل شاعر پوپ (Pope) آهي، جيڪو ارڙهين صديءَ جي ڪلاسيڪي شاعريءَ جو اعليٰ ترين شاعر ليکيو وڃي

ٿو. سئفٽ جي نثر توڙي نظم ۾ البت اسان کي هڪ ڳالهه مشترڪ ملي ٿي هن جو نثر ۽ نظم ٻئي طنزيه آهن. دراصل ارڙهين صديءَ جو انگريزي ادب ئي نمايان طرح طنزيه آهي. ان صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ اهي جڏهن ماڻهو ”روسو“ جي رومانوي تحريڪ کان متاثر نه ٿيا هئا، ۽ پاڻ کي ڪنهن ”ڪائناتي مصيبت“ جي شڪنجي ۾ قائل نه سمجهندا هئا، تڏهن زندگيءَ ڏانهن سندن زاويهءِ نگاه اڪثر مزاحيه هو. ان زاويهءِ نگاه جي مطابق انسان پاڻ کي پنهنجن ڪمزورين ۽ حماقتن جي نتيجي ۾ اڪثر ڪيل جهڙين حالتن ۾ وجهيو ٿو ڇڏي، ۽ اديبن جي آڏو ”مزاح“ جو ڪم هي هوندو آهي ته ان جي ذريعي انسان جي هنن ڪمزورين ۽ حماقتن کي مختلف طريقن سان پيش ڪيو وڃي. ”فيلڊنگ“ ۽ ”جين آسٽن“ ناولن جي ذريعي ۽ آسرنڊز صنف ۾، ۽ ”پوپ“ شاعريءَ جي ذريعي سماج ۽ فرد جي حماقتن تي طنز ڪئي آهي. سئفٽ جي طنز جو مکيه دائرهءِ عمل مضمون نويسي آهي.

هر انهن چئن ئي جي طنز جدا جدا نوعيت جي آهي. ”آلڊس هڪسلي“ جي نظر ۾ فيلڊنگ جي طنز ٿڌي آهي ۽ منجهس ذهانت جو عنصر وڌيڪ آهي. جين آسٽن فرد جي هلت چلت ۽ سماج جي ريتن رسمن تي نفيس ۽ نرم ٽوڪون ڪري ٿي، ۽ پوپ جي طنزيه شاعريءَ ۾ سماج ۽ خاص ڪري اميرانه سماج

سان همدرديءَ جو اظهار ملي ٿو. پر سئفٽ جي طنز، "ايف. آر. ليوس" جي چوڻ مطابق، منفي آهي؛ جيڪا انسان کي شرمسار ڪري ٿي، ڊيڄاري ٿي ۽ حيرت ۾ وجهيو ڇڏي. ايتريقدر جو جڏهن "گليور جو سفر" پهريون دفعو شايع ٿيو، تڏهن ڪن "نيڪ اخلاق ۽ نفاست پسند" امير حلقن ان ڪتاب کي بداخلاقي ۽ انسان دشمنيءَ جو حامل سمجهي، ان جي پڙهڻ کان ئي ناري واري ڇڏي. هڪڙي نقاد ته اهو به چيو ته "اُهو ان ڪري ۾ ئي ويهڻ پسند نه ڪندس، جتي "گليور جو سفر" رکيل هوندو." راڻي اُن جي درباري حلقن ان ڪتاب کي سخت ناپسند ڪيو. جن اميرن ۽ وزيرن تي ان ۾ چٿرون هنيا ويا هئا، سي ته ٿري باهه ٿي ويا. پر هو سئفٽ جي خلاف ڪجهه ڪري به نه سگهيا. سئفٽ ۽ سندس دوستن کي خبر هئي ته ڪتاب جي خلاف لنڊن ۾ ڪاوڙ جو طوفان آڻيندو، تنهنڪري سياڻپ کان ڪم وٺي "گليور جو سفر" اول اول مرڪيو سئفٽ جي نالي سان ئي شايع نه ڪرايو ويو.

اڄ به سڀ سان کان پوءِ بدليل تنقيدي قدرن جي تحت سئفٽ تي بداخلاقي ۽ غير نفاست پسنديءَ جون تهمتون نٿيون مڙهيون وڃن، بلڪ سندس تصنيفن کي پاڻ ڏاڍي چاهه سان پڙهيو وڃي ٿو. هن ڪتاب جي مقبوليت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو، جو ان تصنيف جو قريب قريب يورپ جي هر زبان ۾

ترجمو ڪيو آهي. هائي، جيستائين سئفٽ جي زندگيءَ ڏانهن زاويهء نگاه جو تعلق آهي، تہ ان سلسلي ۾ نقادن جا رايا مختلف آهن. ”ڪارل وئن ڊورين“ هن کي انسان ذات سان نفرت ڪندڙ (Misanthrope) سمجهي ٿو. ”مولٽن مرّي“ ۽ ”رڪارڊو ڪننڊابا“ جي آڏو هو انسانيت جي اثباتي قدرن جو حامي آهي، ۽ ”ايف. آر. ليوس“ پنهنجي مضمون ”سئفٽ جي طنز“ ۾ چئي ٿو تہ هُن جي لکڻين ۾ بي پناهہ قوت آهي، پر ”قابل تعريف ذهانت“ نہ آهي، ۽ ان قوت ۾ ايتري تہ شدت آهي، جو سئفٽ منفي فنڪار ٿيو پوي. انهن متضاد راين جي پيش نظر ڪنهن قطعي فيصلي تي پهچڻ کان اڳ هي ضروري آهي تہ سئفٽ جي دؤر جو، ۽ خود ڪتاب ”گليور جو سفر“ جو، تفصيلي ذڪر ڪيو وڃي.

سئفٽ ارڙهين صديءَ جي دؤر کي پنهنجن ٻين همعصرن وانگر ”روشن خياليءَ جو دؤر“ ڪري ليکيندو هو. ”روشن خياليءَ جو دؤر“ جي هڪ ٻن جملن ۾ تشريح ڪرڻ ناممڪن آهي، البت ان جو بنيادي تصور هي عقيدو آهي تہ رڳو عيسائي، خدا جي مٿن خاص نظر ڪرم سبب، مرڻ کان پوءِ درجهء ڪماليت تي رسندا. پر مرڻ کان اڳ هر انسان هين زمين تي درجهء ڪماليت کي پهچي سگهي ٿو. ان عقيدي جي شروعات ”نيوٽن“ جي سائنسي کوجنائن سان ٿي. سترهن صديءَ جي آخر ۾ نيوٽن پهريون

دفعو دنيا کي پڌايو تہ ڪيئن مختلف گرهہ طبعي قوانين جي تحت ڦرن پيا، ۽ انهن قوانين جي مدد سان اسين ڪائنات جي ٻين مظهرن کي بہ پروڙي سگهون ٿا. نيوٽن کان پوءِ انگريز فيلسوف ”لاڪ“ آيو، جنهن ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيئن خارجي ڪائنات هڪ نظام جي تحت هلي پيئي، تيئن انسان جي سماجي زندگي بہ ڪن اصولن تي مبني آهي. سماج ۾ خرابيون ان ڪري نٿيون پيدا ٿين، جو انسان ازل کان گنهگار آهي، يا خدا انسانن جي قسمت اڳ ۾ ئي لوح قلم تي لکي ڇڏي آهي، پر انسان جڏهن بہ زندگيءَ جي عام فهم اصولن جي ڀڃڪڙي ڪندو آهي، تڏهن ان جو نتيجو سماجي ۽ انفرادي خرابين جي صورت ۾ نڪرندو آهي.

هاڻي، جهڙيءَ طرح اسين ڪائنات جي طبعي نظام کي عقل (Reason) جي مدد سان سمجهي سگهون ٿا اهڙي طرح ان جي مدد سان انساني لاڳاپن جي اصولن کي بہ معلوم ڪري سگهون ٿا. جيڪڏهن عقل جي ذريعي اسان کي خبر آهي تہ ڏينهن ۽ رات چو ٿا ٿين، تہ ساڳئي عقل جي روشنيءَ ۾ اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ سڀ انسان برابر آهن. طبقاتي تفريق مصنوعي آهي. جمعي جي ڏينهن کي هفتي جي ٻين ڏينهن تي ڪابہ فضيلت حاصل نہ آهي، ۽ اميرن کي ڪو حق نٿو پهچي تہ غريبن جي محنت تي موجون ڪن. مختصر هي تہ عقل اسان کي زندگيءَ جي صحيح حقيقتن کان آگاهہ ڪري ٿو، ۽ ساڳئي وقت

اسان ۾ اهڙي اخلاقي پختگي به پيدا ڪري ٿو، جيڪا انسان جي حيواني جبلتن کي قبضي ۾ رکي ٿي ۽ نفس اماره کي آسرو نٿي ڏئي. عقل جي روشني ۾ ترقي ڪندو انسان آن دنيا ۾ درجه ڪماليت کي رسي سگهي ٿو.

سڦٽ جي دؤر جي ان مختصر بيان کان پوءِ هاڻي اچو ته ”گليور جو سفر“ جو تنقيدي جائزو وٺون. ڪن نقادن جي راءِ ۾ ان ڪتاب ۾ سڦٽ جو فن ۽ خيال عروج تي آهي. ڪي وري ”هڪ ٽب جي ڪهاڻيءَ“ کي سندس بهترين تصنيف تصور ڪن ٿا. بهرحال، انهن ٻنهي جي نسبتي اهميت ڪٿي ڪهڙي به هجي، پر ان حقيقت کان ڪو انڪار نٿو ڪري ته انهن تصنيفن جي ڪري سڦٽ کي ”ظرافت جو شهنشاهه“ ڪري سڏيو ويندو آهي. ”گليور جو سفر“ تصوراتي حقيقت پسندي (Fantastic Realism) جي ٽيڪنڪ ۾ لکيو ويو آهي. گليور هڪ سڌو، سادو ۽ سمجهدار انسان آهي، جيڪو پنهنجي مسافرين جو احوال پنهنجي ڪنهن مبالغي جي ڏئي ٿو، هو مختلف سفرن جي دوران ۾ اهڙن ملڪن ۾ وڃيو لڪري، جتي جي دنيا ئي نرالي آهي. ڪٿي ماڻهو هڪ انچ جيترا آهن، ته ڪٿي پنجاهه فوٽن کان به مٿي قد اٿين. ڪٿي شهر هوا ۾ اڏيل آهن، ته ڪٿي جانورن ۾ انسانن جي اعلى تهذيب آهي ۽ انسانن ۾ جانورن جي مڪمل حيوانيت. هاڻي هيءَ هڪ تخيلي دنيا آهي.

پر جلد هن گليور انهن عجيب ملڪن جي رسمن، رواجن، اصولن ۽ حڪومت جي نظامن جو ذڪر ڪري ٿو ته ائين پيو معلوم ٿئي ته ڄڻ هو چاتل سياتل انساني تهذيب ۽ تمدن جي بڇڙاين، حماقتن ۽ گندگيءَ تي ٺوڪون ڪري رهيو آهي. انهن ملڪن جا رهواسي به انسانن وانگر سازشون ڪن ٿا، هڪٻئي سان ساڙ ۽ بغض رکن ٿا، ۽ ڪٿي ته صفا ذلت جي گهرائين ۾ ڪريو ٿا پون، هنن عجيب غريب ماڻهن جو وجود فقط علامتي (Symbolic) آهي. هو حقيقت ۾ سچي پچي انساني تهذيب جي نمائندگي ڪن ٿا.

"گليور جو سفر" چئن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ "لليپٽ" جو بيان آهي، جيڪو انگلنڊ جي نمائندگي ڪري ٿو. لليپٽ جي ننڍڙن ماڻهن جي دربار جو احوال، ارڙهين صدي جي انگريزي وزيرن ۽ اميرن جي سياسي سرگرمين سان ملي ٿو. "فلمنئپ" شاهي خزانچي، وزير اعظم "والپول" آهي. هو ٻين وزيرن کان هڪ انچ وڌيڪ رسيءَ تان ٽپي ڄاڻي ٿو. هاڻي رسي ٽپڻ جو تصور ئي کيل جهڙو آهي. سئفٽ هتي والپول جي چالاڪي ۽ جي حضوريءَ کي ٺوڪي ٿو. لليپٽ جي دربار ۾ ٻه مخالف ڌريون آهن. هڪ ڌر ننڍي کڙيءَ جا ٻي ڌر وڏي کڙيءَ جا جوتا پائي ٿي. ننڍي کڙيءَ واري ڌر "وگ" آهي، ۽ وڏي کڙيءَ واري "ٽوري". هي ٻئي انگلنڊ جون قديم سياسي جماعتون آهن، جن کي هاڻي لبرل ۽

ڪنزرويٽو جماعتون سڏجي ٿو. بادشاهه جي نظرڪرم ننڍيءَ ڪڙيءَ واريءَ ڏر تي آهي، پر سندس شهزادو چالاڪي ڪري ٻنهي ڌرين کي راضي رکڻ لاءِ ساڳئي وقت ننڍيءَ ۽ وڏيءَ ڪڙيءَ جا جوتا پائي ٿو. هو جڏهن منهڪائي هلي ٿو ته ٻنهي مسخرو پيو لڳي. سٺفٽ جي دؤر جا شهزادا ۽ بادشاهه مخالف ڌرين کي هڪ ئي وقت راضي رکڻ لاءِ مضحڪ خيز حرڪتون ڪندا هئا.

گليور، جيڪو سياڻپ جي تلاش ۾ آهي، شروع ۾ لاپيٽ جي باشندن ۽ بادشاهه جي مهمان نوازيءَ کان ڏاڍو متاثر ٿئي ٿو، پر پوءِ آهستي آهستي کيس معلوم ٿئي ٿو ته هي ماڻهو اخلاقي طرح ڪيريل آهن. هو هڪ ٻئي سان سياسي بغض رکن ٿا ۽ پاڙيسري ملڪ ”بليفسڪو“ (جيڪو فرانس آهي) سان ڪين جهڙين ڳالهين تان جنگيون ڪن ٿا. بليفسڪو جو بادشاهه جڏهن لليپٽ تي حملي ڪرڻ جون تياريون پيو ڪري، تڏهن گليور هن جا پنجاهه جهاز پڪڙي لليپٽ تان جنگ جي آفت کي ٽاري ٿو. پو لليپٽ جو بادشاهه لالچي آهي. هو گليور کي حڪم ڏئي ٿو ته هو بليفسڪو جا سڀ جهاز پڪڙي آڻ ملڪ کي اڳو پوءِ سندس غلام بنائي ڇڏي. گليور هڪ امن پسند انسان آهي ۽ هو بادشاهه جي حڪم تي عمل ڪرڻ کان انڪار ڪري ٿو. ان تي بادشاهه ۽ وزير ملي گليور

کي غدار قرار ڏين ٿا. فلمنٽپ هن کي وڏيڪ بدنام ڪرڻ لاءِ پنهنجي زال تي الزام لڳائي ٿو ته هن جا گليور سان ناجائز تعلقات آهن. (ان واقعي جو ذڪر مرزا قليچ بيگ پنهنجي ترجمي ۾ نه آندو آهي) هاڻي گليور تي واضح ٿئي ٿو ته هو هتي جي باشندن کان اخلاقي طرح برتر آهي. هو آخر ۾ جان بچائڻ لاءِ لليپٽ ڇڏي ٿو. ان پهرئين ڀاڱي ۾ سئفٽ جون طنزون شديد نه آهن. شروع کان وٺي آخر تائين انداز بيان مزاحيه آهي.

ٻئي ڀاڱي ۾ سئفٽ جي طنزن ۾ شوخيءَ جو عنصر غالب آهي. ان ڀاڱي جي طنزن، شوخي انسان جي تهذيب ۽ ان ۾ سندس ايمان ۽ فخر تي حملا ڪري ٿي. لليپٽ ۾ گليور جسماني توڙي اخلاقي لحاظ کان ان ملڪ جي ماڻهن کان برتر هو، پر "برابڊنگ نئگ" ۾ اچي حالتون بدلجي وڃن ٿيون. هتي گليور براپڊنگ نئگ جي ماڻهن جي مقابلي ۾ جسماني ۽ اخلاقي لحاظ کان هيچ ۽ ڪمتر ٿيو پوي. ٻئي ڀاڱي جا اهم باب آهي آهن، جن ۾ گليور ۽ برابڊنگ نئگ جي بادشاهه جي وچ ۾ مباحثو ٿئي ٿو. بدقسمتيءَ سان مرزا قليچ بيگ انهن بابن جو ترجمو نه ڪيو آهي، جن جي پڙهڻ کان سواءِ اسين ٻئي حصي جي فني ۽ فڪري اهميت کان پوريءَ طور واقف ٿي نٿا سگهون.

. ھرابيڊ نـڪ لنڪ جـو ديـو هيڪل بـادشاھ هڪ فيلسوف آهي. هو ڪليور کان سندس ملڪ جي علم، مذهب، ريتن، رسمن ۽ حڪومت جي نظام بـابت پڇي ٿو. ڪليور ڏاڍي فخر سان پنهنجي تهذيب جون خوبيون ٻڌائي ٿو، پر هـو بادشاھ ڪـي مطمئن نٿو ڪري سگهي، اُلٽو بادشاھ سندس ملڪ جي قانون ۽ سياسي نظام تي اعتراض واري ٿو. جڏهن ڪليور هن کي يورپ جا تاريخي واقعا ٻڌائي ٿو، تڏهن هو حيران ٿي وڃي ٿو. ڪليور جي چوڻ موجب 'يـورپ جا ملڪ هڪٻئي سان هميشه وڙهندا رهندا آهـن، ماڻهو ملڪ سان غداريون ڪندا آهن، خون، چـوريـون ۽ ڌاڙا هنن جي روزمره جـي زندگين جون ڳالهيون آهن، ۽ هـي خرابيون ان ڪري آهـن، جـو ماڻهو "لالچي، مڪار، پاڳل ۽ حاسد آهن." هوڏانهن برابڊ نـڪ نڪ انهن خرابين کـان پاڪ آهي. تنهنڪري جيئن ڪليور انساني تهذيب جي زيادہ کان زيادہ وضاحت ڪري ٿو، تيئن پاڻ بادشاھ جي نظر ۾ انسان ذات جي عزت ۽ احترام گهٽبيو وڃـي. ڪليور هن کـي توب ٺاهڻ جـو هنر سيکارڻ ٿو گهري، ۽ ٻڌائيس ٿـو تـہ توبن جـي ذريعي وڏن وڏن لشڪرن کي منٽن ۾ نيست و نابود ڪري سگهجي ٿـو. هـيءَ ڳالھ ٻـڌي بـادشاھ جـا طاق ٿي لـڳي وڃن ٿا. هـن جي خواب و خيال ۾ بـہ نٿو اچي سگهي تہ هيءَ جيتامڙي انسانذات ايتري قدر تباھ ڪئن ٿي سگهي ٿـي. هو ڪليور کـي منع ٿـو

ڪري ته اڳتي ڪلهن ۾ سنڌ سامهون ڪا اهڙي ڳالهه نه ڪري. هو اهڙي تباهي آئينده راز ڪي ڇائڻ ڪان، اڌ ملڪ وڃائڻ کي ترجيح ڏني ٿو. سڄي مباحثي ۾ برابر نڪ نڪ جو بادشاهه گليور کان اخلاقي طرح نهايت برتر ثابت ٿئي ٿو.

جڏهن گليور هن کي انساني تهذيب جا قابل فخر ۽ قابل تعريف پهلو پڌائي دنگ ٿو ڪري، تڏهن برابڊ نڪ نڪ جو بادشاهه چوي ٿو "زمين تي جيڪي ۾ خسيس جيتامڙا چڙهن پيا، تن ۾ انسان ذات سڀني کان وڌيڪ ڪيني ۽ ڏڪار جوڳي جنس آهي." هنن جملن ۾ سئفٽ جي طنز تمام تيز ۽ وڍيندڙ آهي. بادشاهه جي ڳالهين مان سئفٽ کي معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ س ملڪ ۾ بلڪل صلح ۽ سانت آهي. رعيت جي زندگي هڪ سڌي ۽ معياري ۽ اخلاقي نظام جي تحت آهي. ان جو مطلب هي نه آهي ته برابڊ نڪ نڪ جو هرڪو باشندو اخلاق جي اعليٰ معيارن جي پوئواري ڪري ٿو. هنن ۾ ڪي "گلمڊال ڪلچ" جي بي جهڙا به آهن، جنهن گليور سان ظالمانه سلوڪ ڪيو هو. پر مجموعي طرح ملڪ جو اخلاقي معيار بلند آهي.

پر گليور جي آڌو هي ديون جهڙا انسان اچا به مڪمل نه آهن. سندن رکيو سياسي ۽ اخلاقي نظام قابل رشڪ آهن. هو فڪري لحاظ کان غير معمولي

معيار جا نہ آهن. هنن کي فقط شاعري، تاريخ ۽ حساب سان دلچسپي آهي. نڪر جون پيون راهون اچا هنن لاءِ کليون نہ آهن، ـ ۽ گليور جهڙي معياري سماج لاءِ تلاش جاري ٿي رهي. هو برابڊنگ نئگ ۾ رهي بيزار ٿي پوي ٿو. هن ملڪ ۾ سندس حيثيت هڪ پالتو جانور جهڙي آهي. کيس انساني فخر ۽ عزت حاصل نہ آهي. هو معمولي ڪتن ۽ ٻلن کان بہ ڊڄي ٿو، جيڪي هن کان وڏا ۽ سگهارا آهن. خوش قسمتيءَ سان هڪ ڪُڙ پکي گليور کي اڏائي وڃي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪري، جتان هڪ جهاز جا غلاصي بچائي ٿا وٺنس. اهڙيءَ طرح هو انهن خشڪ ۽ غلاميءَ جي زندگيءَ کان نجات پائي ٿو.

”گليور جو سفر“ جو ٽيون ڀاڱو سڄي ڪتاب جي اسڪيم ۾ ٺهڪي نٿو اچي. ان هڪڙي ڀاڱي ۾ مصنف ڇهن مختلف ۽ انوکن ملڪن جو احوال ڏئي ٿو، پر انهن ملڪ جي جدا جدا قصن ۾ ڪو بہ ربط نہ آهي، سڀ قصا ٽڙيل پکڙيل آهن. نہ وري انهن ملڪن جي بيان جي ذريعي انساني سماج ۽ انساني ڪوتاهين تي پيش ڪيل طنز ٿي ايتري اهم آهي. هن ڀاڱي ۾ ڪٿي تہ مصنف تمام گهڻي مبالغي کان ڪم ورتو آهي. تنهنڪري ٽئين ڀاڱي جو تفصيلي ذڪر هتي مناسب نہ آهي.

هاڻي اچو تہ چوٿين سفر جو جائزو وٺون، جيڪو هن سڄيءَ تصنيف جو اهم ترين ڀاڱو آهي. گليور جو

چوٿون سفر "وينهن جي ملڪ ڏانهن سفر" جي ناليءَ سان آهي. ان ۾ پلاٽ ۽ مرڪزي خيال جي هم آهنگي ۽ تسلسل عروج تي پهتل آهن. ان کان سواءِ طنزيه انداز بيان ۽ ڪردارن جي پيشڪش ايتري قدر تہ شديد ۽ قوت ڀري آهي، جو هڪ عام پڙهندڙ تي ڀهريون تاثر هي ويهي ٿو، تہ سفٽ انسانيت سان نفرت ڪري ٿو. لليپٽ ۽ برابڊنگ نئگ جي سفرن جو مجموعي تاثر گهٽي قدر رڳو مزاحيہ آهي. تنهنڪري بارن کي ڀهريان ٻہ ڀاڱا پڙهڻ ۾ بيحد لطف ايندو آهي. پر چوٿين ڀاڱي ۾ انسان ۽ انساني سماج تي ايتريون تہ جامع ۽ فصيح ڏوڪون ۽ طنزون ڪيل آهن، جو هڪ دفعو تہ اسان جو انسان جي اشرف المخلوقات هئڻ سان ايمان ئي کڄي وڃي ٿو پر هي فقط ظاهري تاثر آهي، جنهن جي تائيد يا ترديد ان حصي کي تنقيد جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ کان پوءِ ڪئي ويندي. "وينهن جي ملڪ ڏانهن سفر" جا ٻہ مرڪزي خيال آهن. هڪ تہ جڏهن انسان عقل جي زندگي نہ گذاريندو آهي، تڏهن ذلت ۽ خواريءَ جي اوڙاهہ ۾ ڪري، انتهائي حيوانيت جو روپ اختيار ڪندو آهي، ۽ ٻيو جڏهن ڪابہ ساهواري جنس عقل جي زندگيءَ کي پنهنجو ڪندي آهي، تڏهن اها نہ فقط انسان کان اعليٰ ۽ برتر ٿيندي آهي، پر مثالي درجهء ڪماليت کي وڃي رسندي آهي.

پهرئين مرڪزي خيال جو تعلق ”واهوئن“ سان آهي، جيڪي ان ملڪ جا ”جانور“ آهن، ۽ ٻئي جو تعلق ”وِينمَن“ سان آهي، جيڪي ان عجيب دنيا جي مثالي مخلوق آهن. ”واهو“ جسماني مناسبت جي لحاظ سان گليور جا همشڪل آهن. هو دراصل انسان آهن، ۽ ذلت جي گهرائين ڪِريل آهن. ”وينم“ گهوڙا آهن، جن جو ان ملڪ ۾ اقتدار ۽ راڄ آهي. هو واهوئن کي پاليندا آهن، ۽ هنن کان پورهيو ڪرائيندا آهن. شروع شروع ۾ جڏهن گليور وينمن جي ملڪ ۾ اچي ٿو، ته واهوئن کي ڏسي ڏڇي وڃي ٿو. هنن جو سڄو جسم، منهن ۽ پيٽ کان سواءِ، وارن سان ڍڪيل آهي. پيرن ۽ هٿن جي آڱرين ۾ ڊگها ۽ سنها ننهن اٿن. هو ٻولڙن وانگر سولائيءَ سان وڻن تي چڙهي وڃن ٿا، ۽ پاڻ ۾ وڙهن ۽ راند يون ڪن ٿا. هنن جون شڪليون خراب ۽ بگڙيل آهن. گليور کي ڏسڻ شرط ئي هنن کان ڇرڪ نڪري وڃي ٿي. اوچتو هو گليور کي ڏسي، چوڌاري ورائي وڃنس ٿا. گليور بچاءَ خاطر هڪ وڻ کي ٽيڪ ڏيئي بيهي ٿو. ڪي ”واهو“ وڻ تي چڙهي مٿانئس گند ڦٽو ڪن ٿا، ۽ سڀ ڪپڙا خراب ڪري ڇڏينس ٿا.

پوءِ گليور کي خبر پوي ٿي ته هي ”واهو“ هن جهڙا انسان آهن. هڪ وينم کيس پنهنجي گهر وٺي اچي ٿو ۽ ٻڌائيس ٿو ته ’تون به واهوئن جي جنس مان آهين.‘ تنهن تي گليور پنهنجي برتري ثابت ڪرڻ

لاءِ هن جي آڏو يورپ جي تهذيب جي ساراهه ڪري ٿو، پر باشعور وينس ڪيلي چويس ٿو ته ' انهن سڀني ڳالهين جا نشان اسان کي واهوئن ۾ ملن ٿا. واهو پاڻ ۾ ننڍيون وڏيون جنگيون ڪندا آهن، چمڪندڙ پٿرن جي ذخيره اندوزي ڪندا آهن، ۽ انهن تي پاڻ ۾ جهيڙا ڪندا آهن، جيتوڻيڪ هو چمڪندڙ پٿرن کي استعمال ۾ آڻي نه سگهندا آهن، ۽ هو پين کي بنگ ماري، پاڻ عيش ڪندا آهن. هين ملڪ ۾ بيماريون فقط واهوئن کي لڳن. هنن جو هڪ سردار ٿيندو آهي، جيڪو جسم ۾ سڀني کان بڇڙو ۽ ذهن ۾ سڀني کان شيطان هوندو آهي. هو شهوتي ۽ حريص آهن، سنجهن ساڻ، پين ۽ پاڻ دوست جي ڪا تميز نه آهي، ۽ ان سان گڏ هو ناقابلِ اصلاح، حرفتي، هڪ ٻئي جا بدخواهه ۽ ظالم آهن '

واهوئن جي برعڪس آئني جا "وينس" هڪ مثالي مخلوق آهن. سندن سڄي زندگي "عقل" جي روشنيءَ ۾ گذري ٿي. هو درجه ڪماليت تي رسيل آهن، ۽ ان لحاظ کان "روشن خياليءَ جو دؤر" هنن وٽ آهي. هو پاڻ ۾ جنگيون ڪونه ڪن. هنن وٽ بيماريون ڪونه اچن. سماجي ڀلائي ۽ دوستي سندن زندگيءَ جا به زرين اصول آهن، ۽ اخلاقي برتريءَ ۾ برابر نڪ نشڪ جي باشندن کان به اعليٰ آهن. هو ڪوبه ڪم جذبات جي زير اثر ڪونه ڪن. ڪاوڙ، برائي، گلا، غيبت ۽ ڪوڙ جو سندن زندگيءَ ۾ ذرو به دخل نه آهي.

سندن ٻارن جي تعليم ۽ تربيت حڪومت جي حوالي آهي. مائٽ ٻارن جون شاديون ٻارن جي پنهنجي مرضيءَ سان ڪرائيندا آهن. جوان وينم جذباتي پيار مان ڪجهه نه ڄاڻن. هو وڏائيءَ ۾ وڏاءَ کان پري ڀڄن، ۽ صفائي ۽ ستڙائي سندن زندگيءَ جا متا آهن. مطلب ته ڄمڻ کان وٺي مرڻ گهڙيءَ تائين هنن جي ذاتي ۽ سماجي زندگي عقل جي روشنيءَ ۾ گذري ٿي.

واهوئن ۽ وينمن جي زندگين ۾ هڪ عظيم تضاد آهي، ۽ ان تضاد جي ذريعي سئفٽ اسان تي چٽيءَ طرح واضح ڪري ٿو ته واهئو بيحد ڪريل ۽ ذليل آهن. واهوئن جي علامت جي پس پرده سئفٽ انسانذات ۽ انساني سماج تي هڪ اهڙي ڪاهري چوٽ ڪري ٿو، جيڪا اڄ تائين ڪنهن ٻئي طنزيه فنڪار جي قلم مان نه نڪتي آهي. براٻڊنگ نئگ ۾ گليور پاڻ کي رڳو اخلاقي ۽ جسماني طرح ڪمتر سمجهي ٿو، پر هتي مثالي ملڪ ۾ اچڻ کان پوءِ هن جو سڄو روح احساس ڪمتريءَ ۾ ٻڏي وڃي ٿو، ۽ هر لحاظ کان هو پاڻ کي خسيس ۽ هيچ سمجهڻ لڳي ٿو. هاڻي ڪوشش ڪري هو وينمن جهڙي زندگي گذاري ٿو، پر هو نيٺ گليور کي ملڪ بدر ڪن ٿا. سندن قانون جي مطابق گليور ان مثالي ديا ۾ رهڻ جي قابل نه آهي. گليور ڀڳل دل سان هي ملڪ ڇڏي ٿو، ۽ جڏهن واپس وطن اچي ٿو، ته انسانن جي بدران

گهوڙن سان پيار ڪري ٿو ۽ گهوڙن جي صحبت ۾ رهي ٿو. هن کي انسانذات سان هميشه هميشه لاءِ نفرت ٿي وڃي ٿي.

هاڻي، "ڪارل وٽن ڊورين" جي خيال ۾ سئفٽ واهوڻن جي ويس ۾ انسان کي بي‌انتها ذليل ۽ خوار ڪري پيش ڪيو آهي، تنهنڪري اسين هي چوڻ ۾ حق بجانب آهيون ته سئفٽ انسانذات سان نفرت ڪري ٿو. پر جي سئفٽ واقعي انسان سان شعوري طرح نفرت ڪري ها، ته هو وينمن کي ارڙهين صديءَ جي اعليٰ ۽ اثباتي قدرن جو حامل نه ڏيکاري ها. هن وينمن جي علامت ۾ "عقل جي زندگيءَ" ۽ "روشن خياليءَ جي درر جي اهميت تي زور ڏنو آهي. هڪ طنزيه فنڪار جو نقطهٔ نظر هميشه اخلاقي ۽ سماجي بهتريءَ تي مبني هوندو آهي، ۽ جيڪو فنڪار اخلاقي ۽ سماجي بهتريءَ جو خواهشمند هوندو آهي، سو ڪڏهن به انسانيت سان نفرت نه ڪندو آهي. انهن دليلن جي پيش نظر "رڪارڊو ڪنمٽانا" سئفٽ کي انسانيت سان لفرت ڪندڙ نه، پر ارڙين صديءَ جي قدرن جو پرچار ڪندڙ ليکي ٿو. البت هو هيءَ ڳالهه ضرور تسليم ڪري ٿو ته وينمن جي مثالي زندگيءَ ۾ اها چَس، ڪشش ۽ گرمجوشي نه آهي، جيڪا واهوڻن ۾ آهي. واهو ڪٿي ڇا به آهن، پر هنن ۾ زندگيءَ جي هلچل ۽ تيز طراري ۽ چَس آهي. هنن جي برعڪس وينمر رکو " ذهن جي (پُٺسي)

حياتي" گذاري چائن ٿا، سندن جذبا سرد ۽ بيجان آهن. پر ڪيترانئي جي اڏو اها سنڌت جي ان جي ڪمزوري آهي. هو واهون ۽ وينهن جي ڪردارن ڪي فني تناسب سان چٽي نه سگهيو آهي. هن ڪي ڪهڙيو هو ته وينهن جي مثالي زندگيءَ ڪي جذبات کان عاري نه ڪري ها. البت "ايف- آر- ليوس" جي نظر ۾ هيءَ ڳالهه سنڌت جي وس کان ٻاهر آهي. هو وينهن جي اثباتي زندگيءَ ۾ جذباتي ڪشش ان ڪري پيدا نه ڪري سگهيو آهي، جو هن جون طنزيه قوتون تخريبي آهن. "ليوس" جي خيال ۾ 'سنڌت جي طنزن ۾ جذباتي شدت تمام گهٽ آهي، ۽ ان شدت ۾ ايتري ته قوت آهي، جو خود عقل ۽ حق پرستيءَ جا اثباتي قدر به ڦيري منفي ٿيو پون. ائين برابر آهي ته وينهن "عقل ۽ حق پرستيءَ" جي نمائندگي ڪن ٿا، جيڪي سنڌت جا آدرش آهن، پر واهون جي ذڪر ڪي هڪ اهڙي جذباتي شدت سان پيش ڪيو ويو آهي، جو وينهن وٽ رڳو عقل ئي عقل رهجيو وڃي، ۽ زندگيءَ جي هلچل ۽ گرمجوشي سڀ واهون وٽ. وينهن پيار ڪرڻ جي قابل نه آهن. هنن جي ٻوليءَ ۾ گهڻا لفظ نه آهن، ڇو جو هنن جون ضرورتون ۽ خواهشون ٿوريون آهن. هو حسن جي ڪشش کان ناواقف آهن، ۽ مرڻ وقت سڀني مائٽن کان گهر گهر موڪلائي، بنا ڏڪ ڏاءُ جي، ائين آرام ۽ ٿڌيءَ دل سان مري وڃن ٿا، جڻ ڪٿي گهمڻ ٿا وڃن.

تنهنڪري اسين چونداسين تہ سنفٽ جا اثباتي قدر ساراهہ جوڳا آهن يا نہ، پر ايترو ضرور آهي تہ هن انهن کي اثر انداز طريقي ۾ پيش ڪري، پُرڪشش ۽ قابل قبول نہ بڻايو آهي. سئفٽ ائين ڪري بہ نٿو سگهي، ڇو جو سندس طنزيہ نوتون تخريبي آهن ۽ نہ تعميري. سئفٽ چاڙهي واڌي انسانيت سان نفرت نٿو ڪري. هن جي 'جذباتي شدت ئي منفي آهي.'

ايف. آر. ليوس جي هيءَ راءِ، جيڪا نهايت موزون ۽ وزائي آهي، سئفٽ جي زندگيءَ بابت نظريي ۽ سندس فن جي متعلق ڪافي سخت پيئي لڳي. پر ان جي باوجود اڄ اسين سئفٽ کي بداخلاق ۽ غير نفاست پسند چئي، ساڻس نفرت نٿا ڪريون، پر هن کي هڪ عظيم فنڪار سمجهون ٿا. هن جي فن جي هڪ خوبي - جذباتي قوت ئي ايتريقدر معياري آهي، جو سندس نالو انگريزي ادب جي تاريخ ۾ هميشہ زنده ۽ تابان رهندو.

ڪراچي
۱۸- سيپٽمبر ۱۹۵۹ع

- رشيد آخوند

## بورڊ جا نوان ڪتاب

١- ڪليات امين مصنّف حضرت مخدوم محمّد امين ثالث رحه عرف "پکن ڌڻي"
٢- لغات سنڌي مخففّات مصنّف مخدوم محمّد زمان طالب المولىٰ
٣- هنر مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
٤- پرديسي پکيئڙا مصنّف حميد سنڌي
٥- مهراڻ جون چونڊ ڪهاڻيون مرتب حميد سنڌي
٦- ترخان نامه مترجم مرزا عباس علي بيگ
٧- قديم سنڌ مصنّف ڀيرو مل

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماٺِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڀِڳلائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڀِڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)